# سامي سؤدو پريم جو

## سامي ءَ جون ٻاونجاھ راڳ پريون وايون ۽ ڏوھڙا



سينگاريندڙ

**تاجل بيوس**





صاحب خان "سورھ" ميراڻي

Cell No: 0344 - 3919786

Cell No: 0300 - 3404488

ايڊمن : فيس بوڪ پيج ۽




واٽس ايپ گروپ

# سامي سؤدو پريم جو

سامي ۽ جون نيٽ سنڌيءَ ۾ راڳ پريون
(Lyrical) 52 وايون ۽ 76 ڏوهڙا

سينگاريندڙ

## تاجل بيوس

ساگر پبلشنگ هائوس ڪراچي.

ڪتاب جو نالو : سامي سودو پريم جو
سينگاريندڙ: تاجل بيوس
ڇاپو: پهريون 2003ع
ڪمپوزنگ: اسدالله گاجاڻي - ڪراچي
ٽائيٽل آرٽ: عبدالمالڪ چنا
ٽائيٽل ڊزائين: نعمان اي. آر. خان-
انٽيل ڪميونيڪيشنز، حيدرآباد
ڇپائيندڙ: ساگر پبليشنگ هائوس - ڪراچي
پبلشر:- ثناءُ الله سومرو
قيمت: =/50 روپيا

لک پڙهه لاءِ ڏس پتو:
ساگر پبلشنگ هائوس
C/o F.L 1/9, بلاڪ 3، گلشن اقبال ڪراچي

## اداري جا اڳ ۾ ڇپايل ڪتاب

# انتساب

هندوستان جي اعليٰ گائڪ

۽ درويش صفت سرڳواسي

**پروفيسر رام پنجواڻي**

۽

سنڌوستان جي تهذيب جو

جيئرو جاڳندو روپ رکندڙ، مانَواري

**سوڀي گيانچنداڻي**

جي نالي.

**تاجل بيوس**

# تاجل کيرون لهڻي، جو ساميءَ تي اهڙي محنت ڪئي اٿس

خلق وسي خالق ۾، خلق منجهه خالق

خالق ۽ خلق جو هيءَ رشتو سمورين ٻيائن کي ٻٽي پاڙوئون پري ڪري ٿو. پر ٻڌي ڪير؟ سمجهي ڪير؟ ڪري ڪير؟ ساميءَ وانگر تمام صوفي رڙندا وحدت جي وائي ورنائيندا رمندا رهيا ۽ رمندا رهن ٿا پر ڪنهن لاءِ؟ خلق ٻيائيءَ ۾ ٻڌي پئي آهي. نندڙن فرقن تي انسان ڪٺا وجن ٿا. فرقا نهن ٿا، جي ڏينهن رات هڪ ٻئي کي نيست نابود ڪرڻ جو جهاد جوڙن ٿا. ڇو تہ وحدت وساري وينا آهيون. ان ۾ ڏوهہ اسان جو بہ آهي. اسين ڪيتري شدت سان ان نفرت جي باهہ تي جا ڀنيٺ مچائي چڪي آهي، ان مٿان پريت جو پاڻي پٽي وسايو آهي؟ ڳوٺ ڳوٺ، شهر شهر ۾ نفرت جو ٻج پوکيو وڃي ٿو، ڏسون وينا، ڪنهن ڪچي ۾ ان کي پاڙون پٽيو؟! وينا ڏسون، اڄ نفرت جا گوُنچ ٽڙيا، سياڻي سلا نڪتا، اسان جي دل ۾ خير هاٽي جڏهن وڏي وڻ ٿي ويا تہ رڙيون ٿا ڪريون. برائي کي هٿ سان روڪجي، نہ تہ گهٽ ۾ گهٽ برو تہ چئجي. پنهنجي پيار ۽ وحدت جو پرچار تہ ڪجي! تہ نفرت ورهائڻ وارا وڏي تيزي سان پکڙجي ڪم ڪري رهيا آهن ۽ پيار ورهائڻ وارا گهور ننڊ ۾ گم آهن. تہ ائين ئي ٿيندو جو ٿي رهيو آهي. علاج؟ پيار وارن تي سيمينار ڪرائجن. ڪتاب لکجن. ڪانفرنسون ڪونائجن. ليک لکجن ۽ تبليغ بہ ڪجي: وحدت جي، هيڪڙائيءَ جي، پيار جي ۽ انساني برادريءَ جي ايڪي جي. جيئن سنڌ جي اڻ ڳڻيل صوفين ڪئي. قاضي قادن کان وٺي تاجل ٻيوس تائين سيني شاعرن هر دور ۾ اها وائي ورائي پر پوءِ بہ اجان گهٽو ٻنڌ پري آهي. اسين سڀ پنهنجيءَ ۾ پورا آهيون. غرضن، مزن ۾ غلطان تہ پيار ڪير ورهائيندو؟ هن ڪتاب لکڻ سان پيار جي هڪ پڪي

پختي وک وڌائي وئي آهي. سنڌ جي ٽن سرموڙ شاعرن جو ٽيون انگ "سامي". هن سنڌي صوفيءَ جي هندي گاڏڙ لفظن ۽ ويدانتي فلسفي مسلم وايومنڊل ۾ اهو مچ نه مچايو جو سنڌس سچ ۾ موجود آهي. ان ۾ به ڪجهه ڏوهاري اسان آهيون جو ان کي عوامي نه ڪري سگهياسين. جهنگ جهر ۾ شاهه وانگر نه موڪلي سگهياسين. ان جو هڪڙو ڀرپور جتن اسان جي دوست. ساٿي قلمڪار تاجل بيوس ڪيو آهي. جس هجيس، ڪيرون لهڻي جو ساميءَ تي اهڙي محنت ڪئي اٿس. ساميءَ جي سٽن جي. ساميءَ جي سلوڪن ۾ پيوندڪاري ڪري نيون وايون ۽ ڪافيون ڏنيون اٿس جن کي وڏي چاهه سان ڳائي زبان عوام تي پهچائي سگهجي ٿو. تاجل جو هيءَ ڪم نيڪ نيتي سان ڪيل پورهيو آهي جو پرين وٽ ساب پائي - جڏهن هنن ڪافين ۽ واين کي ڳارايو ويندو، سامي ڪانفرنس ۾ بيدل مسرور، علي محمد سرمستاڻي ۽ مهتاب ڳائي به ڏيکاريون هيون ته واهه جو مانڊاڻ منڊجي ويو هو. ته هر طرف واهه واهه ٿي ويندي ۽ هي پيار واڪ نفرت جي ٽانڊن تي به ٿڌا ڇنڊا ضرور وجهندا ۽ سامي عوامي ٿي پوندو. ان جو قرض هر سنڌي اديب کي چڪائڻو آهي ته پاڻ گڏجون. مذهبي مت ڀيد ڇڏي قومي ايڪتا ۽ انساني وحدت کي عام ڪيون. پيار جي پالوٽ ۾ نفرتن جا بند ٻوڙي ڇڏيون. ساميءَ جي اهميت کي سمجهائڻ لاءِ آءُ پنهنجي وچڙيل پر ڏاڍي پياري عزت ماب. مٺيادار ساٿي کي ڪوٽ (Quote) ڪندس. تنوير عباسي:

"سامي اسان جي سرزمين سان تعلق رکي ٿو. انهيءَ سرزمين سان صدين کان ويرن جي واٽي گونجندي رهي آهي. جيئن چيو اٿائين "واٽي جا ويدن جي، سنڌيءَ منجهه سٽايان" " دارا شڪوه پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي ته "وحدانيت تي ڪنهن به مذهب جو ٺيڪو ڪونهي." مون جيڪو ٿورو گهڻو ويدن جو نماڻو اڀياس ڪيو آهي ته ان موجب هر هنڌ لکيل آهي ته "تت توم اسي" (اهو تون آهين) جنهن کي اسان جا صوفي چون "همه اوست." ٻئي هنڌ آهي ته "ايڪو اهم ٻهوسيام" معنيٰ "هڪ آهيان، انيڪ ٿيان" جيئن شاهه سائين چيو آهي: "وحدت تان ڪثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪل" اڳتي هلي ويدن ۾ آهي ته "نه ڪو هو ڄائو آهي، نه ڪو ڪنهن کي ڄڻي ٿو"، جيئن قرآن شريف ۾ آهي "لم يلد ولم يولد". اجا اڳتي هلو ته هڪڙي هنڌ آهي ته "هن جهڙي ڪابه شي ڪانهي" قرآن ڪريم ۾ آهي ته

"ليس ڪمثله شيءِ" (ڪابہ شيءِ ان جهڙي ڪانهي) تہ انهن سمورن دينن ۽ ڌرمن جي بنيادي تعليم ساڳي آهي. جيئن اسان جا صوفي ٿا چون. پر اهو جيڪو جهيڙو اجايو مٿيپيد جو ۽ جيڪي فساد ٿيا. خون ٿيا تہ اسان جا ٿئي شاعر شاهہ. سچل ۽ سامي انهن ڳالهين جي خلاف هئا. هاڻي ساميءَ جو دور 1743ع کان وٺي 1850ع تائين آهي. سچل سائين بہ انهيءَ دور ۾ جيئرو هو. 1743ع ۾ سامي ڄائو آهي ۽ 1752ع ۾ شاهہ لطيف وفات ڪئي آهي. معنيٰ شاهہ لطيف جي وفات وقت سامي نون سالن جو هيو. 1843ع ۾ ٽالپرن جو دور ختم ٿيو ۽ سنڌ انگريزن جي قبضي ۾ آئي. ان کان ست سال پوءِ سامي فوت ٿيو. معنيٰ تہ هن ڪلهوڙن جو دور ڏٺو. ٽالپرن جو دور ڏٺو ۽ تنهن کان پوءِ انگريزن جي سنڌ تي قبضي وقت هو تمام وڏي عمر جو يعني سؤ سالن کان مٿي هيو- تہ اهو سڄو دور آهي جنهن ۾ سامي رهيو آهي. هاڻي جيئن مون توهان کي عرض ڪيو تہ ويد هئا. ويدن کان پوءِ اپنشد. هاڻي برصغير ۾ يا نندي کنڊ ۾. اتر ورهايل هندستان جي ادب ۾ هڪڙي تحريڪ شروع ٿي. جنهن کي چوندا هئا "نرآڪارواد" نر معنيٰ نہ. آڪار معنيٰ شڪل. معنيٰ خدا جي ڪابہ شڪل ڪانهي. عطا طور تي چيو ويندو آهي تہ هي بت پرستي ٿا ڪن. هي ٿا ڪن. هو ٿا ڪن. پر انهن جي ويدن ۾ يا گيتا ۾ اهڙي ڪابہ ڳالهہ ڪانهي. نرآڪار واد ادب ۾ جيڪو شروع ٿيو. انهيءَ جو مطلب هو تہ محبوب جي ڪابہ شڪل ڪانهي. هو شڪل کان بي نياز آهي. پوءِ ٻي تحريڪ هلي "نات" پنٿي. جي گيڙو ڪپڙا پائيندا هئا. اڄ ڏينهن تائين سنڌ جا صوفي گيڙو پوشاڪ پائي گهمندا آهن... هي سڄو پس منظر آهي ساميءَ جي شاعري جو. شاهہ لطيف چيو آهي. "جي ڪين قبولٿهار هلو تہ تڪيا پسون تن جا" ڪنهن بہ ڳالهہ ۾ Believe نہ ڪن. ٻڌ کان پڇيائون تہ موت کان پوءِ ڇا آهي؟ چيائين اها ڳالهہ مون کان نہ پڇو. ڇو تہ ان کي اسان سمجهي نٿا سگهون. مون کان پڇو تہ حياتيءَ ۾ ڪيئن گذر ڪجي؟ اها آهي Agnoticism." (سنڌي ادبي سنگت. لطيف يونيورسٽي ۾ ليڪچر 1998ع)

تہ هي ويچار هئا تنوير عباسي مرحوم جا جي هر سنڌيءَ کي سمجهڻ گهرجن. ساميءَ ڪلي واڪ چيو:

"پٽر پوڇا ڪن. ديو نہ ڏسن ديهہ ۾
پنڊت ڄاڻي پاڻ کي ڪرمن منجهہ ٻجهن

سا ڪان سنتن جون ہذي، مرم نہ رکن من
سي ڪيئن رنگ رچن، سامي سپيرين جي."

---

"ديوي ۽ ديوا مورک پوڄن مت رىٔ
لائن ڀوڳ ڀرانت جو، ڪير ڪنڌ ميوا
ورلو ڪو ساڌو ڪري، سامي سڌ سيوا
الک ابيوا، پورن ڏسي پريم ۾."

تہ ان وحدت ڪي ورجائجي، نفس پرستي ۽ پاڻ پوڄا جي اصل بت پرستي جا بُت ڀڃجن، نفرت ڪي نهوڙي پيار پوکجي تہ امن ۽ آتشي جا گل ٽڙن، سنڌ سائي رهي ۽ حق ڪسي ونجن ايڪي جي طاقت سان. تڏهن سنڌ سکي ستابي ٿيندي، پهريائين پاڻ تہ گڏجون، ان تہ سفر ۾ هٿ وڌايون. گڏ ٿيون تہ آئيندو اسان جو آهي.

جيئي سامي، سچل ۽ لطيف - جيئن لطيف جا مارو ۽ تاجل جي هن ڪاوش کي لک جس هجن، شل اڳتي بہ اسين اهڙي ڪوشش ڪندا رهون.

ناگپال

ڪراچي

19- جون، 2002ع

## مهاڳ

### سامي‌ءَ جو راڳ پريو(Lyrical) ۽ عام فهم ڪلام

سامي‌ءَ جي ڪلام ۾ سنسڪرت ۽ هندي لفظن ۽ محاورن جي وڏ ۾ وڏ پرمارتيل آهي، جن لفظن ۽ محاورن جي ورهاڱي کان پوءِ هتي سنڌ ۾ گهٽ اهميت رهي آهي. اسان چئي سگهون ٿا، ته پائي چئن راءِ سامي‌ءَ جي ڪلام جو وڏو حصو عام فهم ٻوليءَ ۾ نه هئڻ ڪري، سندس ڪلام شاهه ۽ سچل وانگر مقبول نه ٿيڻ جي پهرين رڪاوٽ آهي.

جيئن ملڪ جي ورهاڱي کان اڳ ۽ ڪجهه پوءِ سنڌي شاعريءَ ۾ فارسيءَ جا دقيق لفظ ۽ محاورا تنبيا ويندا هئا، ائين سامي‌ءَ جي ڪلام ۾ به هندو ڌرم جي گيان، ويدن، گيتا، پراڻن، شاسترن، گُرن، سنتن، سادسنگت، جڳياسين، جوڳيسرن، آتم گيان، اگيان ۽ وگيان جي هيڪاندي اپٿار ٿيل آهي.

ان ۾ ڪوبه شڪ ناهي، ته شاعريءَ ۾ تشبيهن (Similes)استعارن (Metaphros) علامتــــــن (Symbols) ۽ تمثيلن (Allegories) جي آسودگي ۽ اهميت مجيل وٽون آهن، جي اسان جي اساسي شاعر سامي‌ءَ وٽ ويدانتي رنگ ۾ رڱيل آهن. اهو ئي سبب آهي، جو اسان ڏسون ٿا، ته صوفي اوتارن ۽ درگاهن تي ڳائجڻ بدران، سامي‌ءَ جو ڪلام مندرن، ٽڪاڻن، منن، گردوارن ۽ پوڄا گهرن تائين محدود رهيو آهي. ائين ڪٿي چئجي، ته ڌرم جي فرق ڪانسواءِ، لوڙهن ۽ لانڍين ۾ ڳائجڻ بدران، سامي‌ءَ کي گهڻي پاڱي ڌرم جي ديوار اندر وهاريو ويو آهي، جو هر پڙهيل سنڌيءَ لاءِ صدمي کان گهٽ ناهي.

مان تازو چار مهينا اڳ، ڀارت ۾دهلي، پونا، آگري، الهاس نگر ۽ ممبئيءَ جي پنجن ادبي ميڙاڪن ۾ شرڪت ڪري موٽيو آهيان، جتي ڪنهن هڪ محفل ۾ به مون سامي‌ءَ جو ڪلام (سلوڪ) نه ٻڌو، جڏهن ته هند جي ڪنڊ ڪڙڇ مان فنڪار آيل هئا، جن ۾ فنڪارائون به هيون.

شاهه لطيف جي رسالي جي سٽاءَ (Contents) توڙي سُرن ۾ سنڌ جي عشقيه داستانن سان گڏ، سامونڊين، ڪاهوڙين، ملاحن، جوڳين، سامين، سنياسين، پوربين، ڏنارن، پنهوارن، ڪٽين، ڪورين، جاڙيجن، جکرن، لاکن،

اهيڙيـن. مگڻهـارن، پـانن، چـارڻن، گـاروڙين. ڪاپـائتين،صرافـن، بهـادرن، جهونجهارن، ڏاتارن، سخي مردن، راجائن ۽ اوتارن جو ذڪر آيل آهي. بهادريءَ ۽ شجاعت جي ڪردارن کان وٺي ، سخي مردن جي سخاوت تائين رسالي کي سنڌ ۽ سنڌيت سان سينگاريو ويـو آهـي. ايتـري قـدر جـو مسـلمانن جـي سرُ ڪيڏاري سان گڏ. سُر رام ڪليءَ ۾ هندو ڌرم جي مهيشورن (شو ڀڳوان جا پوڄاري) ۽ هر ڪيس ( هريءَ جي رنگ ۾ رتل) کي بہ ياد ڪري، لطيف سيڪيولرزم جو سهڻو مثال قائم ڪري ويو آهي. ڪنير ۽ ڪاتار اسان جي سنڌ جا هنر مند (Artisans) آهن. جي اڄ ڏينهن تائين زنده آهن، وهندي اسان سان گڏ آهن. ۽ اسان جي سنڌي سماج جون اهم ڪڙيون آهن، جن جو ساميءَ جي ڪلام ۾ اتي ۾ لوڻ برابر بہ ذڪر ناهي. هوڏانهن ساميءَ جي ڪـلام ۾ ڪتب آيـل مضمونـن کي ڏسبو، تہ اسان کي لڪشڻ، اوديا، اگياني، پاوِنا، ساڌ مهما ۽ اپديش جهڙا باب ملندا، وري جي بابن (Chapters) جـو مطـالعو ڪبـو، تـہ اسـان جـي سامهون گرگيات (گروءَ جي ڏنل سمجهاڻي)، ڏنڊوت (سلام، نمسڪار) انيپءِ( اندر جو سوجهرو) تدروپ (اصلي روپ) نروڪلپ (پيد پرم کان آجو) ستِت( دائم قائم)، پرتيت (ويساهہ) سارگت (سٺي روش) انتدال ( وچ وارو مفاصلو يا پرد ) مـڪ ديهہ ( ماڻهوءَ جو سرير) سنتاپ(ڏک درد). سمرٿ (طاقتور) بيگم پور( اڻڏٺو ڏيهہ يا نانهن) تتڪال (بنادير، جهٽ پٽ) وڪاد(لڙ يا گوڙ) سرومٽي (پرڏان، سنبندار) ڪرتارت( جنهن جو مطلب پورو ٿيو هجي) ۽ پر مارت (ڀلائي جو ڪم) جهڙا ڏکيا لفظ ۽ محاورا ٿا ملن. ههڙن لفظن واري ڪلام کي اڄ اسان جيڪڏهن ڇڪي شاهہ ڀٽ واري جي صوفي اوتارن ۾ هلي پيش ڪيون. تہ ماڻهو ڇا سمجهندا ؟ هي سڀ ڪجهہ ٿيو، پنڊت، رسي ۽ مني هنئين سان هنڍائيندا هئا، جي ورهاڱي ڪري، اڄ گهڻي ڀاڱي سرحد پار وڃي آباد ٿيا آهن. ملڪي ورهاڱي کانپوءِ اسان جي جهونـڙن ڏاهـن ۽ دانشـورن ساميءَ کي سنڌ ۽ هند ۾ جوڳي جاءِ ڏيارڻ لاءِ تمورتيءَ ۾ داخل ڪيو. ائين شاهہ، سچل ۽ ساميءَ جو هڪ ئي وقت ڪلام بہ ڇپائي، پڌرو ڪيو ويو. ۽ ساميءَ لاءِ ماڻهن جي دلين ۾ گهر جوڙائڻ لاءِ ساميءَ تي ڪافي ڪجهہ لکيو بہ ويو، پر پوءِ بہ ڪو خاص ڪڙ تيل نہ نڪري سگهيو آهي!

ساميءَ جو ماڻهن ۾ شاهه ۽ سچل جهڙو مقبول نه ٿيڻ جو خاص سبب، لفظ "سلوڪ" به آهي. هي لفظ علم عروض توڙي هندي ڇند وديا موجب ڪٿي به شعري صنف طور ڄاڻايل ناهي، ساميءَ کان اڳ توڙي پوءِ هند ۽ سنڌ ۾ اسان کي اهڙو ڪو به شعري مجموعو نه ٿو ملي، جنهن ۾ سلوڪ لفظ ڪتب آڻي، ڪا جدا شعري صنف متعارف ڪرايل هجي، جا ڳالهه مونجهارو پيدا ڪندڙ آهي. اهو ئي سبب نظر ٿو اچي، جو ساميءَ کي ڏرمي ديوار اندر وهڻو پيو آهي، جا هڪ دکدائڪ حقيقت آهي. منهنجي نظرن مان ساميءَ جي ڇپيل ڪلام جا جيڪي به ديوان نڪتا آهن، انهن جي مهاڳ ۾ به ڪٿي سلوڪ جي وضاحت نه ڪئي ويئي آهي!

ساميءَ کي پڙهڻ سان، اسان ڏسون ٿا، ته ڪيئي دفعا سٽن مٿان سٽن جو ورجاءُ ڪيو ويو آهي. هڪ سٽ کي ظاهر ڪرڻ لاءِ، بيتن جون ٽي، ٽي سٽون وري، وري ڏنيون ويون آهن. اُوديا، جا پورا ٻه باب آهن، پوءِ به اُوديا جا بيت مُورک، واري باب ۾، ۽ وديا جو ذڪر اوديا ۾، ۽ ان سان گڏ، "ويساسي"، باب ۾ به ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ طرح ڪيئي ڇڻ سٽن وارا بيت ٻه ٻه، چار، چار دفعا ڏنا ويا آهن. جيئن "مورک" جا محبت ۾، سهاڳڻ جا لکشڻ ۾ ۽ ٻين به ڪيترن ئي صفحن تي اهڙو دهراءُ موجود آهي. هن ڏس ۾ صفحا38، 39، 74، 520، 521، 593، 602، ، 654، 666، 710 ۽ ٻيا ڪيترا ئي صفحا ڏسي سگهجن ٿا. (ساميءَ جا سلوڪ - سنڌي اڪيڊمي، دهلي سال، 1997)

"آڙاهه"، لفظ کي صفحي 484 ۽ 614 تي نه فقط غلط استعمال ڪيو ويو آهي، پر معنيٰ به غلط ڏني وئي آهي، جنهن لاءِ اسان جي بنيادي توڙي هن وقت جي مرتبن تي افسوس جي اظهار کان وڌيڪ ٻيو ڪري به ڇا ٿو سگهجي!

"آڙاهه"، جي لفظي معنيٰ آهي باهه جو وڏو مچ، جنهن ۾ مومل سڙي، رک ٿي هئي، اوڙاهه جي معنيٰ آهي اونهو پاڻي يا اونهو ساگر. جيئن شاهه لطيف سُر سريراڳ ۾ هن طرح چيو آهي: "ويرم لاهي ويهه، متي آرَ اوڙاهه جي" يا " پاڻهين وجهي ُکن ۾، پاڻهين اُڪاري اوڙاهه" هتي ساميءَ ساگر يا سمنڊ جي حوالي سان آڙاهه ڪتب آندو آهي، جو هئڻ گهربو هو اوڙاهه.

جيئن تہ هر لفظ کي پنهنجو تقدس ۽ اهميت هجي ٿي، ان ڪري صفحي 484 ۽ صفحي 614 تي هن طرح درستي آڻڻ ضروري آهي.

ڪنهن کي پوي نہ ڪلَ، اُٿهوندي اوڙاهہَ جي
لڙهي لهوارا ٿيا، سُورَ، وِير سَهل

واڻيءَ پُلايو، وجي پيو اوڙاهہَ ۾
واڻيءَ ڏيئي هٿڙا، ساگر لنگهايو

لفظ رجا(رضا) مجا (مزا) درواجو(دروازو) ماهل(ماهر)جري(ذري) قاجي(قاضي) گرج (غرض) مگج(مغز) جات(ذات) عرج(عرض) هندولي(هندوري) ديماڪ (دماغ) والث(وارث) اناڙي(اناڙي) لجت(لذت) دراج(دراز) مستاق (مشتاق) سوراڪ(سوراخ)موتاج (محتاج) گرج (غرض) ڦارڪ(فارغ) ۽ اهڙا ٻيا بہ ڪيترائي لفظ ۽ محاورا هاڻي هتي سنڌ ۾ نہ ٿا ڳالهايا وڃن، جن کي پريم ساگر پبليڪيشن، ڪراچيءَ طرفان هڪ بورڊ جوڙي، دُرست ڪرائڻ لازمي امر آهي.

مان تہ ائين بہ چوندس، تہ سامي ڪاغذ جي ٽڪري تي هڪ، هڪ بيت لکي، مٽ ۾ وجهڻ بدران، جيڪڏهن نوٽ بوڪ تي لکي ها، تہ ڪلام جو تسلسل (Continuity) بہ نہ ٽٽي ها، ۽ سٽن ۽ پدن جو ورجاءُ بہ نہ ٿئي ها. چو تہ ساميءَ کي اها خبر پوندي رهي ها، تہ هو ڇا بابت لکي چُڪو آهي، ۽ اڳتي ڇا تي لکڻو اٿس. هن وقت اسان کي چوڻو ٿو پوي، تہ ساميءَ جي ڪلام کي گرمکيءَ مان سنڌي لپيءَ ۾ آڻيندڙن، جيئن تہ:ديوان ڪوڙيمل، ديوان ڏيارام گدومل، واڌومل مولچند، شانتي شاهاڻي، پروفيسر پوڄراج هوتچند ناگراڻي ۽ پروفيسر ڪلياڻ آڏاڻيءَ ساميءَ جي مٽ وارين چنين جي ورجاءَ تي زيرو ڪم ڪيو هو، ۽ نہ وري هن وقت جي ادارن جئين تہ سنڌي لئنگوئيج اٿارٽيءَ يا اسانجي بورڊن توجهہ ڏنو. ان ۾ ڪو بہ شڪ ناهي، تہ اسان جيڪڏهن غور ڪري نئين سر ويهي ساميءَ جو ڪلام مرتب ڪيون، تہ اسان کي ساميءَ جو چڱو خاصو ورجاءُ ڪندڙ ڪلام خارج ڪرڻو پوندو. جو قدم ساميءَ جي ڪلام کي لاڏين ۽ لوڙهن تائين پهچائڻ ۾ ڪارگر ثابت ٿيندو.

ساميءَ جي بيتن ۾ "سنڌ". لفظ جي استعمال واري ڏڪائيندڙ هڪ حقيقت هن طرح آهي، تہ ڪلام ۾ منهنجيءَ ڳڻپ موجب "اوديا سنڌ" نو(9) دفعا آيل آهي، جنهن جي معنيٰ "جهالت جو درياهہ" ٻڌائي وئي آهي. سنڌ.

سامي، توڙي اسان جي وڏڙن کان وٺي اسان جو ساٿيهه رهي آهي، جنهن جي حرمت شاهه (Dignity) صاحب رسالي ۾ ٻن جاين تي هن طرح بيان ڪئي آهي.

(1) سائينم! سدائين، ڪرين مٿي سنڌ سُڪار

(2) جهڙس ڪونه جهانَ ۾، هند، سنڌ، سُورت هاڻ

اسان سنڌ کي احترام کان وڏي ماءُ چوندا آهيون. هند جا سنڌي ته آسيس ۽ ادب وچان اکين ۽ منهن تي سنڌو درياهه جي پاڻيءَ جا ڇنڊا به هڻندا آهن. هِن ڳالهه تي اسان کي وڌ ۾ وڌ جذباتي حد تائين غور ڪرڻو آهي، ڇاڪاڻ ته سنڌ، اڳيان اوديا يعني جهالت جهڙو اسم ڪتب آندو ويو آهي. اسان کي ڪٻي پاسي کان لکجي سگهندڙ گرمکي زبان مان ساميءَ جي ڪلام کي سنڌي لپيءَ ۾ آڻڻ واري اوائلي تحقيق تي زور ڏيڻو پوندو.

جڏهن ته صفحي 333 تي "اوديا جو درياهه" به ڏيکاريو ويو آهي، جو ڪافي هيو. ان سان گڏ اسان کي "مايا مُنهن ڪارو، موهي ڪيو ماڻهن جو" تي به لائق محقق واري نظر وجهڻي آهي. مايا مُنهن ڪاري ته نظر انداز ڪري سگهجي ٿو. پر "ماڻهوءَ جو منهن ڪارو" تي اجا به سوچڻ جو وقت آهي.

ساميءَ وٽ نه ڪافي آهي، ۽ نه وائي. ساميءَ فقط بيت واريءَ ادبي زمين ۾ هر هلايو آهي. بيت کي آلاپ يا قصي گوئي واري انداز ۾ فقط سگهڙن وانگي ئي ڳائي سگهجي ٿو. جيئن سگهڙ سينگار ۽ ڏهس جا بيت ڳائيندا آهن. جن بيتن جو واسطو لوڪ شاعريءَ سان هوندو آهي ۽ نه ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي سمجهايل معياري شاعريءَ" سان.

علم موسيقيءَ ۾ بيت شاعريءَ جي اها صنف آهي، جنهن کي ڪافي يا وائي وانگي ڳائڻ جي ڪا به حيثيت ناهي، هن وقت تائين يڪتاري، هارمونيم ۽ ڍولڪ تي اسان بيت کي ڪڏهن به منفرد حيثيت سان ڳائيندي، نه ٻڌو ۽ ڏٺو آهي. بيتن کي فقط پِراوَ خاطر ۽ ڪافي يا وائي کي اثرائتو بڻائڻ لاءِ دوهڙي طور پيش ڪيو ويندو آهي. جئينَ ڪير ۾ ڪنڊ ملائجي ۽ ڪنوار کي سينگار يا ميڪ اپ ڪرائجي. بس بيتن کي اها ڪنڊ ۽ "سينگار" واري فضيلت ئي حاصل آهي. ساميءَ جو ڳوٺاڻي ماحول ۽ صوفي اوتارن ۽ درگاهن تي گهٽ ڳائجڻ جو سبب وٽس ڪافي يا وائي نه هجڻ به آهي.

ساميءَ جي ڪيترن بيتن مان مونکي وائي ۽ ڪافيءَ جي خوشبوءِ به

اڇي ٿي. ٿي سگھي ٿو، تہ ڪاهي پاسي ڪان لکجي سگھند" گرمکي زبان مان سنڌي لپيءَ ۾ آڻڻ وقت بيت ۽ وائي جي هڪ جهڙي حد ٻڌائي وزن ڪري،

ان وقت جي ڪاتبن کان غلطيون ٿيون هجن، جيئن ڀارت ۾ هرياڻا صوبي جي راٺيلا ڳوٺ جي هڪ مَٺ مان راجا رام شاستريءَ کي قاضي قادن جا 116 بيت هٿ آيا هئا، جي پراڻيءَ گرمکيءَ ۾ لکيل هئا، جن کي محقق ۽ شاعر هيري ٺڪر چنڊي ڦوڪي اڳ وارن سٽن بيتن سان گڏ، 1978ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو هو. جيئن تہ هر هڪ بيت پراڻي گرمکيءَ ۾ هڪ ليڪ هيٺان لکيل هو ۽ موجوده سنڌي صورتخطيءَ جا ٽي حرف: ڀ، ٽ ۽ ڄ بہ پراڻي گرمکيءَ ۾ ٻين آوازن ۾ آيل هئا، ان ڪري قاضي قادن جا 112 بيت صحيح نموني ترجمو نہ ٿي سگھيا هئا، جنهن ڪري، هيري ٺڪر کي لڳاتار ٽي سال محنت ڪرڻي پئي هئي.

ائين بہ ٿي سگھي ٿو، تہ ڪاتب گرمکي زبان جو تہ ماهر اُستاد ٿي سگھي ٿو، پر ڪيس سنڌيءَ ۾ ايڏي مهارت نہ هئي، جنهن ڪري ساميءَ جو ڪلام نہ صحيح نموني سنڌي رُوپ وٺي سگھيو، ۽ نہ وري اِهو روپ غلطين کان ٿي بچي سگھيو.

ائين بہ ناهي، تہ ڪو ساميءَ جو سچي جو سچو ڪلام عام فهم ناهي. ڪيترن ئي بابن ۾ نيٺ سنڌي زبان ڪتب آيل آهي. سامي آخر سنڌ جي شڪارپور شهر جو ئي تہ رهواسي هو.

تازو ڪونايل سامي ڪانفرس ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ سائين وشارام تارواڻي ۽ سائين هري موٽواڻيءَ طرفان مليل دعوت ۽ ساميءَ تي ڪجھہ لکڻ، مون لاءِ ايڏو تہ اتساهہ (Inspiration) جو ذريعو بڻيل آهي، جو ساميءَ جي ڪلام کي راڳ پريو(Lyrical) بڻائي ، هند سنڌ ۾ ڳارائڻ لاءِ مون راتين جو راتيون سوچڻ ۾ گذاريون آهن.

وائيءَ جي اوَسر ۽ ارتقا تي ڪم ڪندي مان هن حقيقت تي پهتس، تہ وائي، اصل بيت مان ئي نڪتي آهي، جيئن سمن جي دؤر يا شاعريءَ جي ٻئي دؤر (1350-1520) ۾ بيت سورٺي ۽ دوهي مان جنم ورتو هو. بيت وارو تاجي پيئو وائي ٿي پيو، جنهن ۾ ورائيءَ ۽ ٻندن جي ٻئي پَد ۾ قافيا رکي، ڪيس ڳائجي سگھڻ جي لائق يعني راڳ پري(Lyrical) شعري صنف بڻايو ويو، جنهن لطيف وٽ دنبوري جي ايجاد ۽ واءِ، واءِ، ووءِ، ووءِ جي تنوارَ سان هٿن هلائڻ ۽ ڪنڌ جي ڌوڻ واري ماحول ۾ بالغ وائيءَ جو اڇي روپ ورتو.

ان متين، ڪٿ جي خبر مون کي تڏهن پئي، جڏهن سنڌي لئنگيوئيج اٿارٽيءَ جي اڳوڻي چيئرمين سائين جي- اي الانا طرفان وائيءَ جي اوسر ۽ ارتقا بابت لکڻ لاءِ مون کي ڪم مليو، جنهن لاءِ مونکي ٿي مهينا ڪم ڪرڻو پيو هو، ۽ ائين مون چوهٺ (64) شاعرن جون چار، چار وايون چونڊ ڪري، ڇائيتاليهن (46) صفحن جو مهاڳ "سنڌي وائي ۽ ان جي اوسر" جي عنوان سان لکي، اٿارٽيءَ جي سيڪريٽري تاج جوئي جي حوالي ڪيو هو، جنهن لاءِ هونءَ، پر مان سندن ٿورائتوآهيان. خبر پئي آهي ته اٿارٽيءَ جي موجوده چيئرمين منهنجي ٽن مهينن جي محنت تي منڌيڙو ڏئي ڇڏيوآهي!

وري جو مون "Voice Liberary" ۾ ويهي،استاد منظور علي خان جون وايون ۽ ڪافيون ٻُڌيون، ته ڏنم ته استاد منظور علي خان جون ڳاتل ڪجهه وايون يا ڪافيون اصل ۾ بيتَ آهن. جڻ ته مون کي منهنجي ادبي پورهئي جي نه رڳو تصديق ملي وئي، پر پورهئي جو استاد منظور علي خان وٽان، هڪ نئين دريافت (Discovery) جي رُوپ ۾ اجورو به ملي ويو. ان آڌار تي، مون سامهون جون ٻاونجاهه (52) وايون راڳ پريون ڪري ورتيون ۽ ساڳئي وقت واين يا ڪافين سان گڏ ڏوهڙي ڏيڻ لاءِ ڇاهتر(76) بيت به چونڊي ورتم، جنهن لاءِ مون کي سچا سارا سورنهن (16) ڏينهن لڳي ويا. هي وايون ڳائڻ جي اسٽائيل ڪري، وايون يا ڪافيون بڻجي ٿيون وڃن، ڇاڪاڻ ته جهڙا به پَد (Syllables) بيت ۾ هجن ٿا، اهڙا ساڳي ئي وزن وارا به پد وائيءَ جي ٿلهه (استائي ۽ سنچائي) ۾ ٿين ٿا. اوهان وزن ۾ برابر، ڪنهن به بيت جي ڏن تيار ڪري، اُن بيت کي وائي ياڪافيءَ جي اسٽائيل ۾ڳائيندا وڃو، اوهان کي ڪٿي به بيت يا وائيءَ ۾ فرق محسوس نه ٿيندو ۽ نه ڪنهن قسم جي رُڪاوٽ يا رنڊڪ کي منهن ڏيڻو پوندو. اوهان کي فقط هڪ خاص ڪم ڪرڻو آهي، جو آهي: بيت جي آخري سِٽ( هاڻي وائي يا ڪافيءَ جو آخري مصرع) جي پوئين پَد کي اول ڳائي، مٿان قافئي واري پهرئين پَد يا آڌ سٽ کي ڳايو، ۽ پوءِ ٿلهه جي وراڻيءَ يا استائيءَ وارا لفظ خود بخود اوهان جي ڪافيءَ کي خوبصورت بڻائي ڇڏيندا.

هن وقت منهنجن هٿن ۾ مائٽ آفتاب ابڙي کان ورتل "ڪليات حمل" جو ڊسمبر، 1991ع ۾ سنڌ ادبي بورڊ، ڄام شورو (مرتب:ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ) پاران ڇپايل ڇوٿون ايڊيشن آهي، جنهن جي صفحي 181 تي استاد منظور علي خان جو ڪافيءَ جي انداز ۾ ڳاتل نون سٽن وارو بيت آهي، جو هن

طرح آهي:

يـاراڻي، يـارن مـؤن، ويئـي ڙي ويئـي
گـڏيل هئـي گمـان ۾، پـڌري ٿـي پيئـي
ُڪـوڙي لـوٽ لبـاس جي، لاٿـن ٿـا ليئـي

َڪـمُ پئـي ڪـاغذ جـان، اڪـڙي اڳيئـي
محبت لڏي ملـڪ مـؤن، ڏک ويئـي ڏيئـي
دوست ڦري دشـمن ٿيـا، جـانب هـا جيئـي
سڄڻ مَٺا ساهه ڪٺون، سامهان ٿيا سيئـي
سڪ َصحبت، ساءُ منو، ٿـڙي ويـا ٿيئـي
حمل! هيءُ نيئي، ڪنهن ڪي ُسور سٺائيان.

متئين بيت سان گڏ، "يار ۽ ياراني" سري هيٺ حمل فقير جا ٻيا ٻه ٽي بيت ڏنل آهن. هيءَ ڪافي استاد منظور علي َخان جي مشهور ڳاتل ڪافين مان هڪ آهي، جنهن جون پنج سٺون ڳاتيون ويون آهن. ڏسو تہ بيت ڪي وائي يا ڪافي بڻائي، بنا ڪنهن طبعي تبديليءَ جي ڳائي، استاد منظور علي خان اسان جي ڪهڙي نہ رهبري ڪري ويو آهي.

هاڻي اچو تہ متئين بيت کي ڳائجڻ واري اسٽائيل ۾ آڻيون.

يـــاراني يـــارن مـــؤن
ويئـــي ڙي، ويئـــي ، الا!
گـڏيل ُهئـي جـا گمـانَ ۾
پـــڌري تـــي پيئـــي ، الا!
يـاراني يـارن مـؤن...
محبت لڏي وئي ملڪ مؤن
ڏک ويئـــي ڏيئـــي، الا!
يـاراني يـارن مـؤن...
سـڄڻ منـا سـاهه ڪنئـون
سـامهاَن ٿيا سيِئـي، الا!
يـاراني يـارن مـؤن...
ڪنهن ڪي ُسور ُسٺائيان
حمـل! هـيءُ نيئـي، الا!
يـاراني يـارن مـؤن..
ويئـــي ڙي ويئـــي ، الا!

پنجن سٽن جو بيت. وائي يا ڪافيءَ جي راڳ پرئي صورت وٺن لاءِ، پندرهن سٽون وٺي ويو آهي. جي در اصل پد ۽ ورائيءَ ڪري. ايتريون سٽون ٿي پيون آهن. بهتر ٿيندو جو اسان مٿئين بيت جو اصل ڪتابي عڪس به هتي ڏيئي پوءِ اڳتي وڌون.

## داستان يارهون

## [يار ۽ ياراڻي]

( ۱ )

ياراڻي يارن سؤن، وينءِ ڙي وينءِ
ڪنڌ يل هٿي ڪمان ۾، سا پنڌ ر نهي پيئي،
ڪوڙي لڱوت لباس جي لائن تا ليئي
ڪرم پنهي، ڪاغذ جانَ، اڪرَي اکيئي،
محبت لڌي ملڪ سؤن ڏک وينءِ ڏيئي
دوست ڦيري دشمن ٿيا، جانب ها جيئي
سڄڻ بيٺا ساهه ڪٿون، سامهان ٿيا سيئي،
سيڪ، صحبت، ساهه ميلو، نيڙي ويا ٿيئي
حمل! هي نيٺي، ڪنهن ڪي سور سٺائيان.

هاڻي ،اچو تہ سڀ کان پهريائين اهو وساري ڇڏيون. تہ اسان ساميءَ جي جن ٻاونجاهہ بيتن کي واين يا ڪافين جو ويس پهرايو آهي، اهي بيت آهن. اسان چئون ٿا. تہ اهي ٻاونجاهہ ئي ساميءَ جون وايون يا ڪافيون آهن، جي موسيقيءَ جي علم، استاد منظور علي خان جي رهنمائي ۽ اسان جي پنهنجي ذاتي ڇاڻ ۽ کوج ڪري، ويس وڳا پائي، سورنهن ئي سينگار ڪري، ڪوتا ديويءَ اسان کي وايون ڪري عطا ڪيون آهن. هن ڏس ۾ ساميءَ جو سنڌ- ڇائو هئڻ واري بہ برڪت ۽ واڌايون شامل آهن. اچو تہ هنن ٻاونجاهہ واين مان ڇهہ (6) وايون نموني طور هتي مهاڳ ۾ روشناس ڪرايون:

(1)

عجـــائب آهيـــنِ

عــاقلَ عقــل جــا ڏڻــي

مــوڙي مــوڙَ سُــڪان جــي

لــڙ مــوُن لنگهـــائينِ

عــاقل عقــل جــا ڏڻــي

جتــي ديــرو دوســت جــو

تتــــي پهچـــــائينِ

عـاقل عقــل جـا ڏڻـي

سـامي ڪُلـف قلـوب جـا

ريء ڪنجــيء لاهيـــن

عــاقل عقــل جــا ڏڻــي

عجـــائب آهيـــنِ

عاقل عقل جا ڏڻي

ڏسو: (الف) صفحو 165 "ساميء جا سلوڪ"سنڌي اڪادمي. دهلي. 1997ع

(ب) صفحو 177 "ساميء جا سلوڪ"روشني پبليڪيشن. ڪنڊيارو. 2000ع

(2)

گهريــن ڪــوُهــ گهٽــي

مــورڪ! مايــا رام ڪــؤن

ويــا پِٽينـــدا ڪيتـــرا

مُنهـــن تـــي هـــٿ هٽــي

گهريــن ڪــوُهــ گهٽــي

مورڪ! مايا رام ڪؤن

تون پڙ نيندين ڪينڪي

ڪـــوڏي ســـاڻ ڪٽـــي

گهريـــن ڪوهـــُ گهٽـــي

مـــورڪ! مايـــا رام ڪـــؤن

سُکي لٿيـن سـامي چئـي
سـار. سـنيار ڏٺــي
گهريــن کــوهــ گهٽــي
موڙڪ! مايا رام ڪوَن

ڏسو: (الف) صفحو 338 "سامي جا سلوڪ". سنڌي اڪدمي. دهلي. 1997ع
(ب) صفحو 350 "سامي جا سلوڪ" روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو 2000ع

(3)

سُـــهاڳڻ ســـائي
جنهن ڪي پر پـانهنجو ڪيـو
سنسو پـرم چڏي ڪـري
ادب م آئـــــــــي
سُـــهاڳڻ ســـائي
جنهن ڪي پر پـانهنجو ڪيـو
ڪائي. ڪـارائي سپ ڪي
محبـــت منـــائي
سُـــهاڳڻ ســـائي
جنهن ڪي پر پانهنجو ڪيـو
سَـنمُک ڏســي سُـپرين
ســـامي ســـدائي
سُـــهاڳڻ ســـائي
جنهن ڪي پر پـانهنجو ڪيـو

ڏسو: (الف) صفحو 594 "سامي جا سلوڪ" سنڌي اڪدمي. دهلي. 1997ع
صفحو 606 "سامي جا سلوڪ" روشني پبليڪيشن. ڪنڊيرو. 2000ع
(ب) صفحو 606 "سامي جا سلوڪ" سنڌي اڪادمي. دهلي. 1997ع

(4)

روئـــــــــن زاروَن زار
ڦٿيـــا درد فـــراق جـــا
ســـي لاهـــي ڏڙ ڪـوَن
ڪيئـــــون ڏاروَن ڏار
ڦٿيـــا درد فـــراق جـــا

ڏک. ٌسک. هارَ ۽ جيت جي
رکـــن کانـــــ ســنيار
ڦٽيـــا درد فـــراق جـــا
ٌ ســامي ٌســپرين جـــي
رهـــن منجهـــ خمـــار
ڦٽيــا درد فـــراق جــا
ڏسو: (الف) صفحو 666 "ساميءَ جا سلوڪ" سنڌي اڪادمي. دهلي 1997ع
(ب) صفحو 678 "ساميءَ جا سلوڪ" روشني پبليڪيشن. ڪنڊيارو. 2000ع

(5)

مايـــــا ٌپلائـــــــي
وڏو جـــــيءُ پَــــرم ۾
پـــانُ پنهنجـــو پـــانُ ۾
وينـــــو وڃـــائي
مايـــــا ٌپلائـــــــي
وڏو جـــــيءُ پَــــرم ۾
آنُ هونـــدي درياهـــَ ۾
غوطـــا تـــو کـــائي
مايـــــا ٌپلائـــــــي
وڏو جـــــيءُ پَــــرم ۾
نغـــارو نـــراونُ جـــو
وينـــــو وڃـــائي
مايـــــا ٌپلائـــــــي
وڏو جـــــيءُ پَــــرم ۾
سـامي ڏِسـي ڪينڪـي
ٌمنهـــن مڙهـــيءِ پـــائي
مايـــــا ٌپلائـــــــي
وڏو جـــــيءُ پَــــرم ۾
ڏسو: (الف) صفحو 4 "ساميءَ جا سلوڪ" سنڌي اڪادمي دهلي. 1997ع
(ب) صفحو 16"ساميءَ جا سلوڪ" روشني پبليڪيشن. ڪنڊيارو. 2000ع

(6)

عاشق ڪين لِڪن

سورج جان ِهن لوڪ ۾

سدا البيلن جا

رَتا نيڻ رهن

عاشق ڪين لِڪن

سورج جان ِهن لوڪ ۾

ڪاڻ نہ ڪين ڪنهن جي

سُوري پڻ سَنهن

عاشق ڪين لِڪن

سورج جان ِهن لوڪ ۾

سامي سُپرين سان

انئي پَهر وهن

عاشق ڪين لِڪن

سورج جان ِهن لوڪ ۾

ڏسو: (الف) صفحو 529 "ساميءَ جا سَلوڪ" سنڌي اڪادمي، دهلي، 1997ع

(ب) صفحو 541 "ساميءَ جا سَلوڪ"، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2000ع

مون ڳڻي ڏنو آهي، تہ هند ۾ پرفيسر بي-ايچ ناگرانيءَ جي مرتب ٿيل ساميءَ جي ڪلام ۽ ان ئي ڪلام کي سنڌ ۾ روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو پاران ڇپائي پڌري ڪيل ڇاپن ۾، ساميءَ جا جملي 2680 بيت آهن، جن مان 52 وايون ۽ 76 بيت هڪ جاءِ ساگر پبلشنگ هائوس ڪراچي ۽ تازو قائم ڪيل تاجل بيوس ريسرچ انسٽيٽيوٽ سيتا روڊ (دادو) پاران ڇپائي، اسان: مان ۽ ساگر پبلشنگ هائوس جي ٻيڙي جو سڪاڻي، ثناءُالله سومرو هند ۽ سنڌ جي صوفياڻن اوتارن، درگاهن، مَنن، سنگيت جي مرڪزن، شادين ۽ پڪنڪ جي موقعن، ادبي محفلن، مندرن، ٽڪاڻن، ۽ گردوارن ڏانهن موڪلڻ ٿا گهرون، جن ۾ دبئي، هانگ ڪانگ، جاپان، ٿائيلينڊ ۽ آفريڪا جا سنڌي ماڳ ۽ مڪان بہ اچي وڃن ٿا، جيئن ساميءَ جو ڪلام بہ شاهہ ۽ سچل جي ڪلام وانگر هند، سنڌ ۽ دنيا جي سنڌي ماڳن مڪانن، عوام ۽ خواص جي دلين ۾

محفوظ ٿي وڃي.

ساميءَ جي هن ڪلام کي راڳ پريو(Lyrical) بڻائڻ لاءِ مان وري به ڇاڻايان ٿو، ته مون اُستاد منظور علي خان جي رهنمائي، سنڌي لئنگيوئيج اٿارٽي، حيدرآباد لاءِ تيار ڪيل واين جي گلدستي(Anthology)،اُستاد محمد حسن(ڪمپوزر، ريڊيو اسٽيشن ڪراچي) جي رهبريءَ ۾ هارمونيم سکڻ ۽ پنهنجي تجربي جي بنياد تي جوڙي راس ڪيو آهي.

مٿي ذڪر ڪيل واين ۽ بيتن جو تعداد ساميءَ جي جملي 2680 بيتن جو 4.85 سيڪڙو يعني پنج سيڪڙو بيهي ٿو. مونکي اُميد آهي، ته ساميءَ جو هي پنج سيڪڙو ڪلام هڪ ڏينهن ضرور راڳ ۽ رس پريو ثابت ٿيندو.

اسان جو سُرڳ ۽ نرڳ وارو مذهبي تصور جيڪڏهن پَڪو ۽ پُختو تصور آهي، ته پوءِ هن وقت سامي به شاهه ۽ سچل وانگر ضرور بهشت جي ڪنهن ڪمري يا باغيچي ۾ پَسار ڪندو هوندو. مونکي اُميد آهي، ته اڳتي هلي ساميءَ بهشت جي ڪمري جي ڪِڙڪي کولي، شاهه ۽ سچل سان مخاطب ٿي کين ضرور ٻُڌائيندو، ته ٻُڌو جو هند ۽ سنڌ ۾ دولترام، گريش ساڌواڻي، تيجي پوڄواڻي، امريتا، پڳت ڏيارام، شفيع فقير، برڪت علي پٺ، صادق فقير، اُستاد محمد جمن جو شاگرد علي محمد سرمستاڻي ۽ مهتاب بلوچ سندس واين ۽ بيت ڳائي رهيا آهن. ۽ پوءِ اسانجي ٺمورتي سرڳ جي ڪنهن صوفياڻي اوتاري ۾، ضرور ڪنهن اُدبي ميڙاڪي جو انتظام ڪندي، ۽ پائي چئن راءِ ڪي شاهه ۽ سچل دل کولي پاڪرَ پائيندا.

تاجل بيوس
24، آگسٽ، 2002
Tajal's Nest
A-3, Pioneer Homes
Super Highway Karachi.
Ph: 021-6801429

# سنائ

(1)

عجـــائب آهيـــنِ
عـــاقلَ عقــل جــا ڏڻــي
مــوڙي مــوڙ ُســڪانَ جــي
لـــڙ مـــؤن لنگهـــائينِ
عـــاقلَ عقــل جــا ڏڻــي
جتــي ديــرو دوســت جــو
تتـــي پهچـــائينِ
عـــاقل عقـــل جـــاڏڻي
سـامي ُڪلـف َقلـوب جـا
ريءَ ُڪنجـــيءَ لاهيـــنِ
عـاقل عقـل جـا ڏڻـي

(1)

ســاڏو ءَ ســوناري! ٻـِـو جــيءُ ســچو ڪيــو
جوڙيـــائين جڳديـــش ســـان، ســـامي ســـنواري
لُونءَ، لُونءَ ڪي ناري، لاٿئين ڪس قلوب جي.

(2)

هـــر جـــاءِ َحضـــوري، اڃـــي مليـــو اوڃتـــو
ڳالهه ُٻڌائــي ڳجهــه جــي، پــارسَ تنهــنَ ُپــوري
نظــر تــي ُنــوري، حــاجت رهــي نـــه حــج جــي

(2)

خلق منجهه خالق

خلق سڀ خالق ۾

جنهن تي پرچي پاڻهي

مهر ڪري مالڪ

خلق سڀ خالق ۾

سدا سڀ ڪنهن کي ڏئي

رزق تو رازق

خلق سڀ خالق ۾

سمجهي تو سامي چئي

هڪ کي ڪو حاذق

خلق سڀ خالق ۾

(1)

ڏسي رنگ پري، مورت محبوبن جي
سامي دل ٺري، سمهي سڪپت سيج تي

(2)

دائم وسين دل ۾، رب تون راتو ڏينهن
سامي سڪ سمونڊ ۾، موهي ڪارڻ مينهن
تيئن تنهنجي نينهن، پريا رنگ رهاڻ جا.

(3)

گھُريـن كوهـ ُ گھٽـي

مـورڪ! مايـا رامَ كـوُن

ويـا پٽيـنـدا كيتـرا

منهـن تـي هـٿ هڻـي

گھريـن كوهـ ُ گھٽـي

مـورڪ! مايـا رامَ كوُن

تـون پڻ نينديـن كينكـي

كـوڏي سـان كٽـي

گھريـن كوهـ ُ گھٽـي

مـورڪ! مايـا رامَ كـوُن

ُسكي ٽئيـن سامي چئـي

سـارِ سـنيارِ ڏٺـي

گھريـن كوهـ ُ گھٽـي

مـورڪ! مايـا رامَ كـوُن

(1)

پـانهنجي پـوڪ سـنيارِ. ُپراٽـي پيهـي چڙهـي
ڏيئـي واڙِ ويسـاهـ جـي. پـاٽـي پُـوج پيـار
كميـا كانيـاٽيءَ سان. كـڍي كلپـتَ جهـارِ
كٽنديـن بيٺـي بـارِ. ُسچـت جـي سـامي چئـي.

(2)

اَود يـا ُپلائـي. وڏا جــيءَ جنجـال ۾
جيئـن بـازيگر بـاندر كـي. در. در پـنـائي
كايـا. مايـا ُكـلَ سـان وينـا كئـنُ لائـي
ُمنهـن مڙهـيءَ پـائي. سـامي ڏسـن كينكـي.

(4)

مايا ٻلائي

وڏو جيءُ ڀرم ۾

پاڻ پنهنجو پاڻَ ۾

ويٺو وڃائي

مايا ٻلائي

وڏو جيءُ ڀرم ۾

اڻ هوندي درياهه ۾

غوطا تو کائي

مايا ٻلائي

وڏو جيءُ ڀرم ۾

نغارو نرواڻ جو

ويٺو وڃائي

مايا ٻلائي

وڏو جيءُ ڀرم ۾

سامي ڏسي ڪينڪي

مُنهن مٽيءَ پائي

مايا ٻلائي

وڏو جيءُ ڀرم ۾

(1)

مايا ٻلائي وڏا جيءَ جهانَ جا
سامي سڀ ڪي غيب جا، غوطا ڪارائي
جنهن ڪي ننڊ اگهور مان ستگر جاڳائي
ويهي وڃائي، نغارو نرواڻ جو.

(2)

نڪي ڪٿين آئين، نڪي نينديئن ساڻ
ناحق مايا موهه ۾، پڃائين تو پاڻ
ملي ساڌ سنگت سان، پنهنجو پاڻ سڃاڻ
من جو ڀڃي ماڻ، سامي ماڻ سروپ ڪي

(5)

ٻيا سڀ ڏيئي ٻن
ڪجي سنگ ساڏن جو

آئي ڪي آڏر سان
پرچي پنهنجو ڪن
ڪجي سنگ ساڏن جو
پرم منجهه ٻلي ڪري
پنا ڪين پڙهن
ڪجي سنگ ساڏن جو
بنا ترهي تار مان
آديسي اڪرن
ڪجي سنگ ساڏن جو
ملي ساڌ سنگت سان
رنگن منجهه رچن
ڪجي سنگ ساڏن جو
ڌرم ڪرم جي پيد ڏي
سامي ڪين ڏسن
ڪجي سنگ ساڏن جو

(1)

پريو جنهن مُجرو، سامي ساڌ سنگت جو
سدا تنهن سيوڪ جو، اندر ٿيو اُجرو
لڏائين حُجرو، مهندا محبوبن جو

(2)

بانيڙ ڪيم ٻڌاءِ، ڪنهن ڪي گيانُ گروءِ جو
ملي ساڌ سنگت سان، پوءِ ٻلُ ورقَ وراءِ
مُنهن مڙهيءِ پاءِ، تہ سُکي ٿئين سامي چئي.

(6)

سـاڏو سـنتُ سـچارُ
ڪوڙن ۾ ڪو هڪڙو

ڪري سوئي ڪين ڪي
گيانُ ڏري گلزار
سـاڏو سـنتُ سـچارُ
ڪوڙن ۾ ڪو هڪڙو

خياليءَ جي هر خيال ۾
عجائب اسرارُ
ساڏو سنتُ سچارُ
ڪوڙن ۾ ڪو هڪڙو

ڪري پيدَ پرم ريءَ
دوساٽو ديدارُ
ساڏو سنتُ سچارُ
ڪوڙن ۾ ڪو هڪڙو

سمجهيو تنهن سامي چئي
سپني جو سنسارُ
ساڏو سنتُ سچارُ
ڪوڙن ۾ ڪو هڪڙو

(1)

لوپَ لهر لوڙهي، ڪوڙين نيا ڪيترا
سامي رکيو سُکان کي، ڪنهن محبتيءَ موڙي
بنڌڻ سڀ بيائيءَ جا، ڇڏيائين ڇوڙي
وينو جنگ جوڙي، آڏوتي انياءَ سان

(2)

سنياسي سيئي، جي ويسُ وَٺائن ڪينڪي
سامي سُمهيا سيج تي، تَن تَڪيو ڏيئي
اوريان اورين عام سين، پَريان پريئي
تَنُ، مَنُ، ڌَنُ ڏيئي، پيتَن پيالو پريمُ جو

(7)

هر، هر هٽ ۾ پاءِ
عشق جي اسرار ۾

جي تو پياس پسڻ جي
مکڻ سيک پچاءِ
عشق جي اسرار ۾

ڪر ادب سان عاجزي
پاند ڳچيءَ ڳلِ پاءِ
عشق جي اسرار ۾

سياٽپ جي سامي چئي
جتي ڪانهي جاءِ
عشق جي اسرار ۾

(1)

حرف پروڙي هيڪرو، پيا ڪوهه پڙهين
پائي مُنهن مُونن ۾، اکرين ڪيئن اڙين
چاڙهيءَ چونه چڙهين، ڏورينڊن جي ڏيهه ۾.

(8)

سهاڳڻ سائي

ڪانڌ جنهين جي ڪيچ ۾

ميندي جنهن محبت جي
لڳن ڪي لائي

ڪانڌ جنهين جي ڪيچ ۾

ماٺي سنگ سنسار جو
ڇاٺي سڀ ڇائي

ڪانڌ جنهين جي ڪيچ ۾

پائي درشن دوست جو
سامي سدائي

ڪانڌ جنهين جي ڪيچ ۾

(1)

سهاڳڻ سائي، جنهن ڪي پِر پنهنجو ڪيو
ماري ڪڍيائين مَن موُن، ٻي سڀ ٻيائي
سامي سدائي، ڪانڌ جنهين جي ڪيچ ۾.

(2)

ورچي مُنڌ مَ ويهُ، ڪاهه تہ رسين ڪيچ کي
سَاجهر ٿي سامي چئي، چلي ڇپرين پيهُ
هِي ڏورينِدن ڏيهُ، وينن وَڻ ڦٽي ويا.

(9)

چڱا سي چئجن

چڱو جنين جي چت ۾

پاڻ هٿن سان پاڻهنجي

لاهي ڪل ڏين

چڱو جنين جي چت ۾

ماهر ٿيا مهراڻ جا

سچ کي سمجهو جن

چڱو جنين جي چت ۾

سامي چئي سنسار ۾

هُنر ساڻ هلن

چڱو جنين جي چت ۾

(1)

چڱا سي چئجن جي پاڻ سڃاڻن پاڻ کي
ڳالهيون ويدن جو پڙهي، گر سان ٿا گڏجن
سامي چئي سچ تي، سورهيه سر ڏين
اڪ [illegible] لکن سورج جان سنسار ۾..

(2)

پريمي سي چئجن، [illegible] جو عشق [illegible]
سر سٽي، سودو ڪري پيالو پرت پين
پائي منهن مهراڻ ۾، سامي غرق رهن
تنهان پوءِ پسن، اندر باهر آتما

(10)

هر، هر هت مَ پاءِ
هيءَ ٻَنڍِ ڇهنڊيءَ نه ڇڙي
ڪنهن پرُ پاتو ڪينڪي
سچيءَ سِڪ سواءِ
هيءَ ٻَنڍِ ڇهنڊيءَ نه ڇڙي
ڪر ادب سان عاجزي
پاند ڳچيءَ ڳل پاءِ
هيءَ ٻَنڍ ڇهنڊيءَ نه ڇڙي
سيائپ جا سامي چئي
هُنر ڪيئم هلاءِ
هيءَ ٻَنڍِ ڇهنڊيءَ نه ڇڙي

(11)

چڱـــا ســـــي چئجـــن

چڱـو جنيـن جي چـت ۾

بنـا سـاڌ سـنگت جـي

وهــــن منجهـــــ وهـــن

چڱـو جنيـن جي چـت ۾

ڳالهيون ويدن جون ٻـڌي

در، در کيــــن لڪـــن

چڱـو جنيـن جي چـت ۾

سمجهي کي سامي چئي

پريمـــي پـــار پڇـــن

چڱـو جنيـن جي چـت ۾

(1)

عشـق عقـل آهيـن ٻئـي پـر پکـيء جـا

عـدم جـي آکـاس تـي پـل ۾ پهچـائين

مـرم مٺـائين سـامي سـڀ سنسـار جـو

(12)

محبت مست ڪري
عاشق چاڙهيا عرش تي
جتي ڪايا "ڪين" جي
عدم جوت ٻري
محبت مست ڪري
عاشق چاڙهيا عرش تي
ڏنو پيالو پريم جو
پرين پاڻ پري
محبت مست ڪري
عاشق چاڙهيا عرش تي
عدم ۽ امڪان جو
سامي پند پري
محبت مست ڪري
عاشق چاڙهيا عرش تي

(1)

عاشق سي چئجن. عشق جني وٽ اڳرو
پاڻ هٿن سان پنهنجي. لاهي ڪل ڏين
جيئڻ ۽ مرڻ جو. سنسو. سوچ نہ ڪن
سوليءَ سر ڏين. سي ويلي سامي چئي..

(2)

ڇپيو ڪين ڇپي. سورج جان سنسار ۾
پيائيءَ رڳ ٻانين ڇٽي. جاڳي رام ڇپي
ڪلپت سڀ ڪپي. سامي چڙهيو سيج تي

(13)

ٻـــوڙا ڪيـــن ٻـــڌن

دانهـون درد فـراق جـون

طمع جـي تـڪ تـار ۾

وهيـــا روز وجـــن

ٻـــوڙا ڪيـــن ٻـــڌن

دانهـون درد فـراق جـون

پنـدت ڇـاتي پـان ڪـي

لاڦـــان لـــڪ هڻـــن

ٻـــوڙا ڪيـــن ٻـــڌن

دانهـون درد فـراق جـون

سمجهي ڪي سامي ڇئي

پريمـــي پـــار پـــون

ٻـــوڙا ڪيـــن ٻـــڌن

دانهـون درد فـراق جـون.

1

مَنَ متـرا. دل ُدوارڪـا. ڪـايـا منجهـ ڪاشي

ڇيتـــن وســـي ڇـــت ۾. الـــڪ ابنـــاســـي

سـمجهي ڪـو سـامي ڇئـي. ورلـو وسواسـي

وجـي تيـو واسـي. بيحـد بيگمپـور جـو

(14)

جيئن پيڙيءَ جو پُور

تيئن سنگ سنسار جو

مورک رهن مت ري

مايا منجهه مغرور

جيئن پيڙيءَ جو پُور

تيئن سنگ سنسار جو

ڏسن ڪال نه ڪنڌ تي

ڪندو چڪنا چُور

جيئن پيڙيءَ جو پُور

تيئن سنگ سنسار جو

پُني ڏيئي پاڻ کي

مالڪ بڻيو مزدور

جيئن پيڙيءَ جو پُور

تيئن سنگ سنسار جو

سامي ورلي سهي ڪيو

محبتيءَ مذڪور

جيئن پيڙيءَ جو پُور

تيئن سنگ سنسار جو

(1)

او ديا پلاڻي. وڏو جيءُ جنجال ۾

اڻ هوندي درياهه ۾. غوطا ٿو کائي

منهن مڙهيءَ پائي، سامي ڏسي ڪين ڪي.

(2)

ڪريان ڪهڙو حال. دردونڌن جي دل جو

سدا رهن سامي چئي. ڪميا ۾ خوشحال

خاوند بنا خيال. رکن نه رتيءَ جيترو.

(15)

مــورک ٽــو مــاري
پنهنجي هٿن سان پاڻَ کي
لڳـي مايـا موهـَ جـي
کــوڙيءِ لنــوءِ لاري
مــورک ٽــو مــاري
پنهنجي هٿن سان پاڻَ کي
آتـم آتـم گيـان جـو
ڏيئـو نــ ٽــو ٻــارِي
مــورک ٽــو مــاري
پنهنجي هٿن سان پاڻَ کي
سامي جـيءِ جڳـت کـي
وينـــو وســـاري
مــورک ٽــو مــاري
پنهنجي هٿن سان پاڻَ کي

(1)

مـورک ٽــو پـائي، پـاکر پـاڻ پـرم کـي
عبـد جــي اوڙاهـــ ۾، غوطـا ٽــو کـائي
پنسـاري پسـڻ جــي، وينـــو ورائـــي
سمجهي، سمجهائي، تـ سکي ٿئي سامي چئي.

(16)

سُهاڳڻ سائي
جنهن ڪي پِر پنهنجو ڪيو
سنسو پرم چڏي ڪري
ادب ۾ آئي
سُهاڳڻ سائي
جنهن ڪي پِر پنهنجو ڪيو
ڪائي، ڪارائي سپ ڪي
محبت متائي
سُهاڳڻ سائي
جنهن ڪي پِر پنهنجو ڪيو
سنمڪ ڏِسي سپرين
سامي سدائي
سُهاڳڻ سائي
جنهن ڪي پِر پنهنجو ڪيو.

(1)

سهاڳڻ سائي، جنهن ماڻيو سڪ سهاڳ جو
ميندي جنهن محبت جي، لڳن ڪي لائي
حاصل تنهين هڪ تي، وڏي وڏائي
سامي سدائي، ڪانڌ وهاري ڪيچ ۾.

(17)

انـــــدن ڏي آئــــي
مايـــا ٻڄـــي موهڻـــي
ڪـوڙي رانـد ڪلـوب ۾
مايــــا مڇـــائي
انـــــدن ڏي آئــــي
مايـــا ٻڄـــي موهڻـــي
ڪـائي ڪـوڙ خـوار ٿيـا
مايــــا متـــائي
انـــــدن ڏي آئــــي
مايـــا ٻڄـــي موهڻـــي
ڪپـت وهـاري ڪـيچ ۾
ســـامي ســـدائي
مايـــا ٻڄـــي موهڻـــي

## (18)

آپيريءَ جو پيرُ
پرچهي ڪنهن پريميءَ لڌو
ڏيئو ٻاري ڏيل ۾
ڪڍي اندر جو انڌيرُ
آپيريءَ جو پيرُ
پرچهي ڪنهن پريميءَ لڌو
اُونهي غارَ عجيب جي
جنهن ۾ ڦندُ نہ ڦيرُ
آپيريءَ جو پيرُ
پرچهي ڪنهن پريميءَ لڌو
سامي "ڪين" ڪپت جو
لنگهي ويا گهٽ گهيرُ
آپيريءَ جو پيرُ
پرچهي ڪنهن پريميءَ لڌو

## (1)

ڪُپيريءَ ڪيري، ماڻهو وڏا موهڻيءَ
ڇڏيئن سڀ سامي چئي، حرص ۾ هيري
ويٺا مُنهن ڦيري، سڀئي روپ سَروپ جا

(19)

ويــدَ پُــر ان پڙهـــي

پنـــدت ٽيـــڙا ڪيتـــرا

بَــدي وينـــا ڳنـــدِ ۾

ڪميـــان جـــي خرچـــي

پنـــدت ٽيـــڙا ڪيتـــرا

لوچڻ رِيءَ ڪيئن لَيندي

جـــيءَ مـــان جَـــل ڦـــڙي

پنـــدت ٽيـــڙا ڪيتـــرا

سـامي چڙهيـو سيج تـــي

لنگهــي مسـيت، مڙهــي

پنـــدت ٽيـــڙا ڪيتـــرا

(1)

سـامي ڪيـمَ سڏاءِ، گيـاني، پنـدتُ پـاڻَ کـي

انهـيءَ مـامَ مُنـا گهڻـا، سـمجهي پـاڻ بچـاءِ

مُنهـن جهروڪـي پـاءِ، تــ الـک کـي اوڏو ٽئيـن

2)

ورتـــو جنهــن وچــن، ســچو سـاڌ ســنگت جــو

پـــاتو تنهـــن پَلـــڪ ۾، ويراڳـــيءَ وطـــن

پـــائي آتـــم ڌن، ســـامي سُـــتو سـيج تـــي

(20)

ُپرجهي پيرڙو پاءِ

محبت جي ميدان ۾

ملي ساڻ سنگت سان
ڳهلا ڳاءِ، وڃاءِ

محبت جي ميدان ۾

جتي مون، تون ناهه ڪا
وڃ ڙي لهه سا جاءِ

محبت جي ميدان ۾

سامي پاڻ صراف تي
هنر ڪيم هلاءِ

محبت جي ميدان ۾.

(1)

ُپرجهي پائج پير، عشق جي اوڙاهه ۾
ڏيئو باري ڏيل ۾، پهرين ڪڍ انڌير
موتي، موتيو ڪونه ڪو، غيبي ُبجهي گهير
جنهن ۾ ڦند نه ڦير، الٽي بازي عشق جي

(2)

ڪانئر ڪين اچي، محبت جي ميدان ۾
پَروس ڇاٽي پاڻ ڪي، ڪيو ڪم ڪچي
سامي چئي ڪو سورمو، راول رنگ رچي
پتنگ جيئن پچي، سرس ڏسي تيئن سوجهرو.

(21)

اڇـــرج هـــڪ آهـــي
ســاڏَن ڪـي سنســار جــو
بـــازيگرُ بنـــواس ۾
ٺاهـــ پيـــو ٺـــاهي
اڇـــرج هـــڪ آهـــي
ســاڏَن ڪـي سنســار جــو
پڳُئون پـرم نـ پيـد جـو
نڪـــي ويـــا ٺـــاهي
اڇـــرج هـــڪ آهـــي
ســاڏَن ڪـي سنســار جــو
ســامي پيـا سنســار ۾
ڪلپـــت ريءِ ڪـــاهي
اڇـــرج هـــڪ آهـــي
ســـاڏَن سنســـار جـــو

(1)

غيــرن منجهــ غـرق، رَهــن جــيءِ جهــانَ جــا
پُوڄــن پيــرَ، فقيــر ڪــي، رڪــي ڦيــرُ، فــرقُ
عاشـــق چڙهيـــا اَڄ تـــي، نيرانـــي نـــاحقُ
ورائـــن ورقُ، خـــالي ويـــدَ، پـــراڻَ جـــو

(2)

مــورکَ مَــن لاٿـي، پوڳــن پــوڳ پــرم جــا
ڪــالُ نــ ڏســن ڪنـڌ تــي، چيتــان چتــائي
هيــرا لعَــل اَڻ مُلهــا، وينـــا وڃـــائي
مَنهــن مڙهــيءِ پــائي، ســامي ڏســن ڪينڪــي

(22)

جيئن ٻيڙيءَ جو پُور
تيئن سنگ سنسار جو
پلڪ پراهون نہ ٿئي
جيئن نيڻن ۾ نُور
جيئن ٻيڙيءَ جو پُور
تيئن سنگ سنسار جو
ورلي ڪنهن سهي ڪيو
محبتيءَ مذڪور
جيئن ٻيڙيءَ جو پُور
تيئن سنگ سنسار جو
سمجھ بنا سامي ٿئي
مورک آ مغرور
جيئن ٻيڙيءَ جو پُور
تيئن سنگ سنسار جو

(1)

جيئن ٻيڙيءَ جو پُور، تيئن سنگ سنسار جو
مَرن جنهن ۾ مت رِيءَ ، مورک تا مغرور
ڪي محبتي مذڪور، سهي ڪن سامي ٿئي

(23)

مومـــــن، مســــلمان

كــوڙِن ۾ كــو هكـــڙو

واصــل وحــدت ۾ ٿيــو

كـــڏِي غيـــر گمـــانُ

كــوڙِن ۾ كــو هكـــڙو

ڇـــاڻي دوســـت الله جـــو

جنهـــن كـــي ســـپ جهـــانُ

كــوڙِن ۾ كــو هكـــڙو

سامي ساڏَ ، سنگت تـان

كـــري سِـــرُ قربـــان

كــوڙِن ۾ كــو هكـــڙو

(24)

انڌا ڪن اعتبار

ڪايا مايا ڪُل تي

پُني ڏيئي پاڻَ کي

ڪَپي ٿِين خوار

انڌا ڪن اعتبار

ڪايا مايا ڪُل تي

ڪائن غوطا غيب جا

رُئن زارؤن زار

انڌا ڪن اعتبار

ڪايا مايا ڪُل تي

آهي آتم رام جو

سامي سڀ سنسار

انڌا ڪن اعتبار

ڪايا مايا ڪُل تي

(1)

انڌن ڪي اعتبارُ، اڃي نہ آتم رام تي سامي خام خلل تي، وري ڪن ويچارُ اڄان اڪريا ڪينڪي، انڌا انڌ غبارُ نيهي ٿِي نروارُ، ماڻن سُک سرير جا

(2)

پٽر پُوڄا ڪن، رام نہ ڏسن رُوح ۾ پنڊت ڄاڻي پاڻَ کي، ڪرمن منجهہ ٻجهن جهاتي پائي گهر ۾، سامي ڪين ڏسن چريا سي چئجن، جن مرم نہ رکيومن جو

(25)

لکين لوڪ لڙهن
اڻ هوندي درياهه ۾
چڱو چائي چت ۾
مورک کين مُڙن
لکين لوڪ لڙهن
اڻ هوندي درياهه ۾
حرف حقيقت هيڪڙو
پن ڪوهه پڙهن
لکين لوڪ لڙهن
اڻ هوندي درياهه ۾
سمجهي ساڌ سنگت کي
سامي سُک سمهن
لکين لوڪ لڙهن
اڻ هوندي درياهه ۾

(1)

وائيءَ ورسايو، وجي پيو اوڙاهه ۾
تانگهيءَ تک تار مان، لهرن لنگهايو
مت نه منجهايو، تڏهن سُکي ٿيو سامي چئي

(2)

پاٽان کين پڙهيو، ته آءٌ پانڌيڙو پنڌ جو
راتو ڏينهان ڪنڌ ٿي، رهيس ڪال چڙهيو
ڳالهه نه مڃين ڪنهن جي اوکيءَ منجهه اڙيو
سامي اڻ گهڙيو، گهڙي گهاٽ اندر ۾

(26)

موِرک هئي هئي ڪن
مايا ڪارڻ مَن ۾

ڪالڪال ڪنڌن تي
انڌا ڪين ڏسن
مورک هئي، هئي ڪن
مايا ڪارڻ من ۾

آڻ هوندي درياھ ۾
لکين جيء لڙهن
مورک هئي، هئي ڪن
مايا ڪارڻ من ۾

سامي ڪلپت ڪن ۾
هيء، هئي هٺ هٺن
مورک هئي هئي ڪن
مايا ڪارڻ من ۾

(1)

مورک تو ماري، پنهنجي هٿين پاڻ کي
لڳي مايا موھ جي، لالچي لاري
سامي ساڌ سنگت کي نہ ساري، سنياري
گهڙي منجھ گاري، موتين ميڙڻ جي ڪري

(2)

. مورک ڪوھ مري، لوڀي ڪوڙي لوڀ تي
سامي سک ساگر جو، ڏاڍو پند پري
ڦاٽو مٿ پري، ڪايا، مايا ڪوڙ جي

(27)

مومـــــن مســــلمانُ
كــوڙن ۾ كـو هكـــڙو
اوري كيــن آگهــور ۾
پيـــد بنـــا پگـــوان
كــوڙن ۾ كـو هكـــڙو
نُـور محـل جـي نيــر تــي
ســئر كـــري سُــبحانُ
كــوڙن ۾ كـو هكـــڙو
سـامي رِهــي سـنتوش ۾
درشـــــن پـــائي دانُ
كــوڙن ۾ كـو هكـــڙو

(1)

سنياســي نَــسيئي، جــي آدم كــوُن اڳــي ئيــا
اورن تـــا اوڙاهـــ ۾، ســـامي ســــيئي
سَــچـي مالهــا ســك جــي، ڳــل تنــي پيئــي
تَـــنُ، مَـــنُ، ذَنُ ڏيئــي، الــك كــي اوڏا ٿيــا

(28)

مورک ڇڏ گمانُ
کايا مايا ڪُل جو

جَيي وٽ جاڳي ڪري
پيندَ بنا پڳوانُ
کايا مايا ڪُل جو

اچي هٿندءِ اوچتو
ڪُک ۾ ڦهري ڪانُ
کايا مايا ڪُل جو

ماري جنهن مِٿي ڪيو
سامي سڀ جهانُ
کايا مايا ڪُل جو

(1)

مورکَ مَن اجاڻَ. پاڻُ نہ پَسين پاڻَ ۾
پائي مُنهن مڙهيءِ ۾. سامي جپ سڃاڻَ
پنهنجي هٿين پاڻَ. هَڻُ نہ کهاڙو ڪَنڌ تي

(2)

عجائب آهين، محلَ اندرَ ۾ ماڙيون
هيڏي، هوڏي هٽڙا. مورک ٿا پائين
پاڻُ ڀُلائي پنهنجو، در در واجهائين
مَنهن مڙهيءِ پائين، تہ سامي پَسن سُپرين

(29)

ورلي کو ڇاٽي
ساڏ سنگت جي سُک کي

انئي پَهر عجيب سان
مؤجون ٿو ماڻي
ورلي کو ڇاٽي
ساڏ سنگت جي سُک کي

ستگرُو ڪنهن سنت کي
پرچي گهر آڻي
ورلي کو ڇاٽي
ساڏ سنگت جي سُک کي

جاڳي پنهنجو پاڻَ کي
کو ساڏو سڄاڻي
ورلي کو ڇاٽي
ساڏ سنگت جي سُک کي

سامي هن سنسار کي
ڇاٽيء منجهه ڇاٽي
ورلي کو ڇاٽي
ساڏ سنگت جي سُک کي

(1)

جن سجاتو سچ، ملي ساڏ سنگت سان
سدا تن جي ساهه ۾، ٻري محبت مچ،
ڪڏي ڪپت ڪچ، سامي چڙهيا سير تي.

(2)

کهڙي پيٽَ ڏريان ،سامي ساڏ سنگت کي
پَٽ، پٽيهر، ٻانڊٽيون، ڪنچن ٿالَ پريان
صدقي سِرُ ڪريان، پاڻَ سُودو پِرَ تان.

(30)

مورڪ سو آهي
جو سچ سڄاڻي ڪينڪي
پاڻ پنهنجو پاڻَ ۾
ويٺو وڃائي
جو سچ سڄاڻي ڪينڪي
گهڙي پنهنجي گهر ۾
جهاتي نہ ٿو پائي
جو سچ سڄاڻي ڪينڪي
سمجهہ رءِ سامي چئي
ڏڪا ٿو کائي
جو سچ سڄاڻي ڪينڪي

(1)

مورک ڪين ڪَٿن، سامي هن سنسار جا
پَر ۾ منجهہ پُلي ويا، پنا ٿا پڙهن
پائي مُنهن مَڙهيءَ ۾، نہ ٿا پِرُ پسن
وَهڻ منجهہ وَهن، بنا ساڌَ سنگت جي

(31)

ساري خلق خوار

رهي مايا موهه ۾

مايا ڪيو وَس پانهنجي

سيوئي سنسار

رهي مايا موهه ۾

خالي ڇڏيائين ڪينڪي

جوان، ٻڍو ۽ ٻار

رهي مايا موهه ۾

اُتندي، وهندي، ننڊ ۾

ڪري ڪين قرار

رهي مايا موهه ۾

جاڳي جُتي تو جنهن ڪان

ڪو سامي سنت سچار

رهي مايا موهه ۾

(1)

مايا منجهايا، سامي جڳ جهان جا
مجي وينا پانڌ ڪي، ڪلپت جي ڪايا
موڻي پنهنجي گهر ۾، عاشق ڪي آيا
پيدا ۾ پلايا، الک ڪي اوڏا ٿيا

(32)

مـا يـا سـپ موهـي
جـيء كيـا وس پـانهنجي
پنجئـي پَـر پكـيء جـا
وڏا جنهــن كوهــي
مايــا ســپ موهــي
جيء كيـا وس پـانهنجي
مـورك وينـا مَـت رِيءِ
آتــم ڏنُ كوئـــني
مايــا ســپ موهــي
[illegible]
سامي ساڌ سڳڻ [illegible]
[illegible]
[illegible] سپ موهــي
جيء كيـا وس پـانهنجي

(1)

مايـا ڀُلايـا، سـامي جـيء جهـانَ جـا
مجيـن وينـا پـاڻَ كـي، كلپـت جـي كايـا
مـوتـي پنهنجـي گهـر ۾، عاشـق كـي آيـا
رنگـن رچايـا، لاهـي كـتُ قلـوب جـي.

(2)

سـاري خلـق خـوار، رهـي مايـا موهـه ۾
اُتنـدي، ويهنـدي، ننـڊ ۾ كـري كونـه قـرار
مايـا كيـو وس پنهنجـي، سـپوئي سنسـار
كيـو هئڻ هوشيار، مليـا سك سـامي چئـي.

(33)

ويٺو وڃائي،

پاڻُ پنهنجو پاڻَ ۾

پيهي ڏسي نہ پاڻَ کي

مُنهن مڙهيءَ پائي

ويٺو وڃائي

پاڻُ پنهنجو پاڻَ ۾

سياڻو بڻجي سڀ کي

پڙهي، پُرجهائي

ويٺو وڃائي

پاڻُ پنهنجو پاڻَ ۾

ساميءَ کي سنسار جو

اچرج هڪ آهي

ويٺو وڃائي

پاڻُ پنهنجو پاڻَ ۾

(1)

ويٺا وڃائي، اندر، ٻاهر آتما
رُئن رت اکين مون، پُڇن پڇتائي
سامي سگهن ڪين ڪي، مُنهن مَڙهيءَ پائي
ماڻهو منجهائي، وڏا مايا موهڻيءَ..

(2)

ويچن وڃايو، گهرَ جو ڏٺي گهر ۾
ڪڙهي ڏِسن ڪين ڪي، جنهن جَڳَ اُپايو
سامي ڇٽي سنسار ۾، پرم پُلايو
پنهنجو پَرايو، خيال سڀني خاموش ٿيا.

(34)

طمع ترڪائي
چڏيا جيءَ جهانَ جا
نغارو نرواڻ جو
وينو وڄائي
طمع ترڪائي
چڏيا جيءَ جهانَ جا
رُئن رت اکين مُؤن
پُڇن پڇتائي
طمع ترڪائي
چڏيا جيءَ جهان جا
سامي ٻچيو ڪو سورمو
ساڌوءَ جي سائي
طمع ترڪائي
چڏيا جيءَ جهانَ جا

(1)

طمع ترڪائي، وڌو جيءُ وَهڻ ۾
غوطا ڪائي غيب جا، ٿيپ جنم پائي
ڪالُ نہ ڏسي ڪنڌَ تي، ورلي واجهائي
جاڳي، جاڳائي، تہ سُکي ٿئي سامي چئي...

(35)

ٻانيڻ ڪين ٻُڌاءِ
ڪنهن کي گيان گروءَ جو
پاٽان ڪڍي پاڻ کي
"لا" سان لنوءُ لڳاءِ
ٻانيڻ ڪين ٻُڌاءِ
ڪنهن کي گيان گروءَ جو
مِلي ساڌ سنگت سان
منهن مڙهيءَ ۾ پاءِ
ٻانيڻ ڪين ٻڌاءِ
ڪنهن کي گيان گروءَ جو
گر مڪ پنهنجو پاڻ کي
سامي تي سمجهاءِ
ٻانيڻ ڪين ٻُڌاءِ
ڪنهن کي گيان گروءَ جو

(1)

ڪُوڙا بيک مَ پاءِ، پَسڻ ڪارڻ پِر جي
اڳيان پاڻ صراف تي، هُنر ڪيم هلاءِ
مِلي ساڌ سنگت سان، سامي سنتُ چواءِ
پاند ڳچيءَ ڳل پاءِ، تہ وصل کي ويجهو ٿيئن.

(36)

پيگـــتِ ريءَ پيگـــوان

کنهيـن پـاتو ڪينڪـي

ويـدَ، پُـراڻ پڙهـي ڪـري

ڪــن گيتــا جــو گيـــان

پيگـــت ريءَ پيگـــوان

ڪنهيـن پـاتو ڪينڪـي

ســاڌن ۽ ســنتن جــي

تــي مشــڪل آســان

پيگـــت ريءَ پيگـــوانُ

ڪنهيـن پـاتو ڪينڪـي

سمجهي ڏس سامي چئي

ڪــدي غيــر گمــانُ

پيگـــت ريءَ پيگـــوانُ

ڪنهيـن پـاتو ڪينڪـي

(1)

بـوڙا ڪيـن ٻـڌن، دانهـون درد فـراق جـون
سمجهي ڪي سامي چئي، پريمي پـارِ پُڇـن
ڳالهيون ويدن جو ٻـڌي، مـاهر ڪيـن منجهـن
جـاڳي ڏٺـو جَـن، انـدر، ٻـاهر آتمـا..

(2)

پنـا ٽنهـن پڙهـي، پَلـڪ ۾ پُـورا ڪيـا
سامي چڙهيو سيج تي، لنگهي مسيت مڙهـي
لاٿـي ڏيـانَ ڏڙي، رچـي لالُ گـلال ٿيـو.

(37)

محبتـــي مســـتان

كــوڙن ۾ كــو هكـــڙو

ڪجي چڙهيو قلوب تـي

ڌرتـــي ۽ آســـمانُ

محبتـــي مســـتانُ

كــوڙن ۾ كــو هكـــڙو

رهـي پنهنجـي رمـز ۾

ســـدائين غلطــــانُ

محبتـــي مســـتانُ

كــوڙن ۾ كــو هكـــڙو

سامي چڙهيو چـوُ ڏول ۾

كـــڏي غيـــر گمـــانُ

محبتـــي مســـتانُ

كــوڙن ۾ كــو هكـــڙو

(1)

محبتـــي مســـتان، حـــاضر [illegible] حــال ۾
بنـا سـڪ سامي چئـي، بـي سـڌ رڪـن ڪابـ
تـن مـنُ ڏنُ، ڏيـان،ا ربيـائون عجيـب كـي. . .

(2)

لـوپ لَهـر لوڙهـي، كوڙيـن نيـا كيتـرا
ركي سـڌ سكان جـي، كنهـن محبتـيء مـوڙي
بنـڌن سـي بيـائيء جـا، چـڏيائين چـوڙي
وينو جنگ جوڙي، سامي كليـت كـوڙ سـان

(38)

پنا کوھہ پڙھين

حرف حقيقت هيڪڙو

پائي مُنهن مونِ ۾
اندر چو نہ اڙين

حرف حقيقت هيڪڙو

مورک جو تو مَن ۾
ڳڻتيون روز ڳڻين؟

حرف حقيقت هيڪڙو

ايڏو بار اَجل جو
سامي ڪيئن کڻين!

حرف حقيقت هيڪڙو

(1)

پڙهي قرآن ڪتابُ، قاضي ڪوهہ قصا ڪرين؟
ملي وٺ محبوب سان، نہ ڪر سوال، جوابُ
مَتان اچي اوچتو، ڪريئي ڪالُ ڪبابُ
ٿيندين خوب خرابُ، سگهن ۾ سامي چئي

(39)

محبتي مستانُ

وتن پرتا پاڻَ ۾

بنا سڪ سڄڻ جي

بي سُڌ رکن ڪانـ

وتن پرتا پاڻَ ۾

انئي پَهر الله ڪي

جَپن ري‍ٔ زبان

وتن پرتا پاڻَ ۾

سامي ساڪِي سپ جا

جڳَ ليکي نادانَ

وتن پرتا پاڻَ ۾

(1)

محبتي مستانُ، لڪن،چپن، ڪينڪي
اِرپيائون عجيب ڪَي، تَنْ، مَنُ، ڌَنُ، ڌيانُ
حَاضر زهن حال ۾، غازي سَپ غلطانُ
سامي سِرَ قربان، ڪن مئخاني موٓج تان..

(40)

چڱا سي چئجن

چڱو جنين جي چت ۾

پڇ تنين کؤن خبران

عشق ڪمايو جن

چڱو جنين جي چت ۾

سورج جان سنسار ۾

عاشق ڪين لڪن

چڱو جنين جي چت ۾

ڳالهہ مڙيو ئي هيڪڙي

سامي سنت چون

چڱو جنين جي چت ۾

(1)

چڱا سي چئجن. جن جو عشق الله سان ڳالهيون ويدن جون پڌي سامي سُد لهن انئي پهر اندر ۾. آتم رام آتن سچ کي سمجهيو تن. ماهر تيا مهران جا.

(2)

چريا سي چئجن. جي مرم نہ رکن من ۾ ڳالهيون ويدن جو پڌي. در. در ٻڪ ٻڪن سامي ڪين ڏسن. جاڳي جوت جمال جي

(41)

ڏيئِـــي ڏيڪـــارِي

مايا موهـي مـاڻهن كــي

سـتگر سـركي سچ جـي

ڪنهن ڪنهن کي پيـارِي

مايا موهي مـاڻهن ڪي

ليڪـن منجهہ لڙهـي ويـا

لڪيـــن ليڪـــارِي

مايا موهــي مـاڻهن ڪي

سمجهہ ڪسي سامي ڇڏي

ڪـــري دل ڪـــاري

مايا موهـي مـاڻهن ڪــي

(1)

مايـــا منجهـــائي وڏا جـــيءِ جهـــان جـــا
مـــت ڪســـي موڪـــو ڪـــري وهـــم وهـــائي
نپـتـــي ڏائـــن نـــانگ تـــي ڏوران ڏهڪـــائي
غوطـا ڪـارائي سـامي سـڀ کـي غيـب جـا.

(42)

ڏاڍي لڳــــڙي لــــور
جاني منهنجي جــيء کــي
سنئيم سک سنســار جــا
توتــوُن گهــوري گهــور
ڏاڍي لڳــــڙي لــــور
جاني منهنجي جــيء کــي
اُتنـــدي وِهنــدي ننــد م
اوريـــــان توســــــان اور
ڏاڍي لڳــــڙي لــــور
جاني منهنجي جــيء کــي
سُتت ئــي ســامي ڇئــي
اچــي مــل ڇــت ڇــور
ڏاڍي لڳــــڙي لــــور
جاني منهنجي جــيء کــي

(1)

جن کي سچي سڪ. آهي هڪ عجيب جي
مورت محبوبن جي، هر دم ڏسن هڪ
سمهيا سڪنپت سيج تي، ويڙهي سڀ ورق
پــــلي ڦير فرق. الک کي اوڏا ٿيــا . . .

(2)

هنئيــن حبيبــن. پــري نــاوڪ نينهــن جــي
تــڏهن طبيبــن. ڦڪيــون ســي ڦٽــي کيــون

(43)

آتـــي مهـــانگو

سامي سؤدو پريـم جـو

جي تو خواهش خريد جي

سَتُ سِر جـو سـانگو

آتـــي مهـــانگو

سامي سؤدو پريـم جـو

پرچـي پـاءِ ڳچـيءِ ۾

گـلا جـو گهـانگهو

آتـــي مهـــانگو

سامي سؤدو پريـم جـو

مطلبُ تيندءِ مَـن جـو

لنگهـي پئـو لانگهـو

آتـــي مهـــانگو

سامي سؤدو پريـم جـو

(1)

وڏي وڏائـــي، ســامي جــوڙ جڳــتَ جــي ڍيـدَ. چمـارَ. جَلاهــا. پيجــارا. نــائي مـاڻــن درشــن دوسـت جــو. ســامي ســدائي جنـيِ لئـن لائـي. سـي سـپ لالَ گـلالَ ٿيـا.

(44)

جنهيـــن پليـــو پـــانُ
تيو سنمڪ سات سان
تنهن جو ويري ڪونه ڪو
صلـح ٿيـو سـڀ سـانُ
جنهيـــن پليـــو پـــانُ
تيـو سنمڪ سات سـان
ملـي آتـــم رام ســـان
ڳـــائي راڳ ڪليـــان
جنهيـــن پليـــو پـــانُ
تيـو سنمڪ سات سـان
پهتـو پـار سـموند جـي
سـامي هـڪ سچان
جنهيـــن پليـــو پـــانُ
تيـو سنمڪ سات سـان

(1)

پرجهي جنهن پڙهيـو پورو اکر پريـم جـو
سـامي هـن سنسـار جـي. اوديـا ۾ نـه آيـو
سـيئي چـوٽ چڙهيـو. آتـم آتـم رام جـي.

(2)

جن سچاتو سچ. ... سد سنگت سان
... جو. تاريو محبت مچ
جيي ... جي. الک کي اوڏا ٿيا...

(3)

وڏو جنهـن سـٽي. پنهنجـو پـانُ سـنگت ۾
سـامي هـن سنسـار ۾. سـوئي کيـپ کٽـي
ڪلپت سڀ ڪٽي. سمهيو سکپت سيج تـي

(45)

پڙهـــي ٿيـــو پختـــو

گر مـک اکـرُ پريـم جـو

کوهہُ کيڏي ٿو کيـن مؤن

نفـــيءِ جـــو نُڪتـــو

پڙهـــي ٿيـــو پختـــو

گـر مـک اکـرُ پريـم جـو

اونداهـــيءِ اڏرات جـــو

ٻـــاريو جنهـــن ڏيئـــو

پڙهـــي ٿيـــو پختـــو

گر مـک اکـرُ پريـم جـو

راجـا رانـول ديـس جـو

اوڍي کوهـــہُ کٿـــو

پڙهـــي ٿيـــو پختـــو

گـر مـک اکـرُ پريـم جـو

سـامي سُـکپت سيج تـي

لـتــي ســيج ليٽيـــو

پڙهـــي ٿيـــو پختـــو

گرمک اکرُ پريم جو

(1)

محبـت ٻـاريو مـچُ، عجـائب انـدر ۾

سڙي وئـي سامي چئـي، ڪـوڙي ڪـپت ڪچُ

سـکوَندن جـو سچُ، ساکي ٿيـو سنسار جـو.

(46)

پلپل ڪن پُڪار

ڪُنا عشق فراق جا

رهي ساڏ سنگت سان

روئن زارئون زار

ڪُنا عشق فراق جا

فڪر ۾ ڦاسي پيا

وڪوڙ يا ويچار

ڪُنا عشق فراق جا

غقائن ۾ گار ُتيا

سامي سرجڻهار

ڪُنا عشق فراق جا

(1)

َپلپل ڪن پُڪارَ، ڪُنا درد فراق جا

َپسڻ ڪاڻ پرينءَ جي، رُئن زاررؤن زار

سامي چئي سرير جي، رکن ڪان سنپار

آءِ ملُ جاني يار، نڪري ٿو دَم درد ۾..

(2)

محبوبن مُکي، شِيشِي شوق شراب جي

جُهڳيءَ منجهه جُهڪي، پاتم درشن دوست جو

(47)

پنڊت تنهن کي چاڻ
جنهن کي ساڃهه سچ جي
پاتان پائي پاڻ موئن
ڪرم ڪيف ڪلياڻ
جنهن کي ساڃهه سچ جي
هئڻ پائين هڪ م
پڃائي جو پاڻ
جنهن کي ساڃهه سچ جي
سامي ڄاڻي ڪو سچو
پرين جو پرماڻ
جنهن کي ساڃهه سچ جي.

(1)

سوئي ساڌ. سگهڙ، سامي هن سنسار جو
جو جٺري من مغرور کي. ماري ڪري مڙهه
لوڃي لهي تڙ، آتم هن آتاهه جو

(48)

مورڪ ناهه مذاق

لائڻ عشق الله سان

ڪجي يارَ عجيب لئي

اکين منجهه اوطاق

مورڪ ناهه مذاق

لائڻ عشق الله سان

سُپرين جي سات ۾

هوند ٿيا حسناڪ

مورڪ ناهه مذاق

لائڻ عشق الله سان

سامي سُک سرير جو

مائين ڪي مشتاق

مورڪ ناهه مذاق

لائڻ عشق الله سان

(1)

بنا احد الله جي، ٻيا دارون سڀ ڏوهه،
معف ڪري جي ڏوهه، ته ٿئي فرق ڦڪين ري..

(2)

شهه رڳ کؤن نزديڪ، سڄڻ آتئي اوڏڙو
ڪري ڏس تحقيق، ڪڏي غير گمان کي

(49)

رُئـــــــــن زاروُن زار

ڪُتــا درد فــراق جــا

سســي لاهــي ڏڙ ڪــوُن
ڪيئـــــــون ڏاروُن ڏار

ڪتــا درد فــراق جــا

سُک ڏک. هار ۽ جيت جي
رڪـــن ڪانــ ســنيار

ڪُتــا درد فــراق جــا

ســامي ســبرين جـــي
رهـــن منجهــ خمــار

ڪتــا درد فــراق جــا

(50)

ڏڙَ ســـــيون لاهـــــي
سامي هليا سنگرام تــي

پيـــا پنهنجـــو پـــاڻهي
ڪَنـــــڍن ۾ ڪـــــاهي
سامي هليا سنگرام تــي

تخت طـائو ســي تــن ۾
عجـــــائب آهـــــي
سامي هليا سنگرام تـي

وَيــڙا ســاڌَ ســنگت كــي
ســــامي صلاحـــــي
سامي هليا سنگرام تي..

(1)

سـامي مـردَ مـلاحَ، سـيوڪ سـاڌَ سـنگت جـا
سـڀ کـي تـاري تـارِ مـؤن، سـنت ڏيـن صـلاحَ
جيڪـو ٻُڄـي ڄَـل تـي، ڇيتـنُ منجهـان ڇاهـ
اڪـــاري اٿاهَـــ، مِلائـــن محبــوب ســـان

(51)

وِرلو کو آهي
گر مک گيانيَ جڳ ۾
پاٺان سمجهي پاڻَ کي
مُنهن مڙهيءَ پائي
وِرلو کوآهي
گرُ مک گياني جڳ ۾

سيوا ساڌَن جي کري
مارڳ مٿائي
وِرلو کوآهي
گر مک گياني جڳ ۾

کوڙَن موَن کو هڪڙو
سامي سُک پائي
وِرلو کو آهي
گر مک گياني جڳ ۾

(1)

وِرلو ھو کري، پُوڄا آتم رام جي
کيني کُوڙَ، ڪُپت کان پَلڪ نہ ٽئي پري
ڏيئو کيئن ٻري، سُپت جو سامي چئي

(52)

عاشق ڪين لِڪن

سورج جان سنسار ۾

سُدا البيلن جا

رَتا نيڻ رهن

عاشق ڪين لِڪن

سورج جان سنسار ۾

ڪاڻ نہ ڪين ڪنهن جي

سُوري سيج سندن

عاشق ڪين لِڪن

سورج جان سنسار ۾

سامي اندر ۾ سپرين

اٿئي پهر اٺن

عاشق ڪين لِڪن

سورج جان سنسار ۾

(1)

جن کي لڳي لوڙَ، سامي سپرينَ جي
ملي ساڏَ سنگت سان، عاشق اورن اورَ
پريت وڏائي پانهنجي، ماٺن درشن دورَ
جيئن نچن مورَ، سُڻي گوڙِ گگن جي.

"خلق وسي خالق ۾، خلق منجهہ خالق" خالق ۽ خلق جو هيءُ رشتو سمورين ڀيائين کي ڀاڙون پٽي پري ڪري ٿو. پر ٻڌي ڪير؟ سمجهي ڪير؟ ڪري ڪير؟ ساميءَ وانگر تمام صوفي رڱندا وحدت جي وائي ورنائيندا رمندا رهيا ۽ رمندا رهن ٿا پر ڪنهن لاءِ؟ خلق ڀيائيءَ ۾ ٻڏي پئي آهي.... اسان وحدت وساري ويٺا آهيون.... علاج؟ پيار وارن تي سيمينار ڪرائجن، ڪتاب لکجن، ڪانفرنسون ڪوٺائجن، ليک لکجن ۽ تبليغ بہ ڪجي: وحدت جي، هيڪڙائيءَ جي، پيار جي ۽ انساني برادريءَ جي ايڪي جي، جيئن سنڌ جي اڻ ڳڻين صوفين ڪئي. قاضي قادن کان وٺي تاجل بيوس تائين سيني شاعرن هر دؤر ۾ اها وائي ورائي پر پوءِ بہ پنڌ اجان گهڻو پري آهي....

سنڌ جي ٽن سر موڙ شاعرن جو ٽيون انگ "سامي" آهي. هن سنڌي صوفيءَ جي هندي گاڏڙ لفظن ۽ ويدانتي فلسفي مسلم وايومنڊل ۾ اهو مچ نہ مچايو جو سندس سچ ۾ موجود آهي. ان ۾ ڪجهہ ڏوهاري اسان بہ آهيون جو ان کي عوامي نہ ڪري سگهياسين. جهنگ جهر ۾ شاهہ وانگر نہ موڪلي سگهياسين. ان جو هڪڙو ڀرپور جتن اسانجي ساٿي قلمڪار تاجل بيوس ڪيو آهي. جس هجيس، ڪيرون لهڻي جو ساميءَ تي اهڙي محنت ڪئي اٿس. ساميءَ جي سٽن جي، ساميءَ جي سلوڪن ۾ پيوندڪاري ڪري نيون وايون ۽ ڪافيون ڏنيون اٿس جن کي وڏي چاهہ سان ڳائي زبانِ عوام تي پهچائي بہ سگهجي ٿو.

ناگپال

